# گلزارِ ڪاپاري

(حضرت مولوي قادر بخش فقيرؒ جو سنڌي، سرائڪي، اردو ۽ فارسي ڪلام)



قادر بخش دا مذهب رندي، وحدت سير سارا اِسلام

هادي رهبر راهِ اهين وچ، شاهه مرونڊي رند امام



مرتب: امداد حسين سومرو

سوانح ۽ مقدمو: ڊاڪٽر ڪمال ڄامڙو

مهراڻ ميڊيا سروسز ڪراچي



زيرِ تعمير مسجد سڳوري



مرحُوم مولوي احمد فقير
(مولوي صاحب جو پائٽيو)



سرڪار شاهن بابا مست



مرحُوم عنايت فقير
(مولوي صاحب جو پائٽيو)



فقير محمد صديق سجادہ نشين



سجادہ نشين فقير محمد اقبال



فقير آصف اقبال

# گُلزارِ ڪاپاري

(مولوي قادر بخش گولي جو سنڌي، سرائڪي، اُردو ۽ فارسي ڪلام)

مُرتب

امداد حسين سومرو

ٻانهن ٻيلي

استاد غلام سرور ڪوسو

سنوار ۽ مُقدمو

ڊاڪٽر ڪمال ڄامڙو

ڇپائيندڙ

مهراڻ ميڊيا سروسز ڪراچي

| | |
|---|---|
| ڪتاب جو نالو: | گُلزار ڪاپاري. |

(مولوي قادر بخش فقير جو سنڌي، سرائڪي، اُردو ۽ فارسي ڪلام)

| | |
|---|---|
| مُرتب: | امداد حُسين سُومرو 03023701306 /03313028288 |
| ٻانهن ٻيلي: | استاد غلام سرور کوسو |
| سَنواريندڙ: | ڊاڪٽر ڪمال جامڙو |
| ڪمپوزنگ: | جمال جامڙو_ 03212072889 |
| ٽائيٽل ۽ لي آئوٽ: | اشفاق گهانگهرو Printpoint |
| ڪتابن جو ڳاڻيٽو: | 1000 |
| ڇاپو: | ٽيون |
| ڇپائيءَ جو سن: | آڪٽوبر ٢٠١٧ع |
| ڇپيندڙ: | صدرالدين پرنٽرز ڪراچي، 0322-2281799 |
| ڇپائيندڙ: | مهراڻ ميڊيا سروسز ڪراچي |
| مُلهه: | ٤٠٠ رُپيا |

| | |
|---|---|
| *Book:* | **Gulzar _e_ Kapari** |

***(The Sindhi, Siraiki, Urdu & Persion Poetry of Qadir Bux Golo)***

| | |
|---|---|
| *Compiled by:* | **Imdad Hussain Soomro** |
| *Supporting Compiler:* | **Ustad Ghulam Sarwar Khoso** |
| *Edited & Prefaced by:* | **Dr. Kamal Jamro** |
| *Composing:* | **Mehran Media Services, Karachi (03212072889)** |
| *Printed by:* | **Sadaruddin Printers** |
| *Title & Layout:* | **Ashfaq Ghanghro** |
| *Quantity:* | **1000** |
| *Edition:* | **Third** |
| *Year :* | **October 2017** |
| *Published by:* | **Mehran Media Services, Karachi** |
| *Price:* | **400/=** |

سـنـاءُ



## سنڌي ڪلام



## سرائڪي ڪلام



## اُردو حصہ 157

## اُردو کلام



## فارسی کلام

# دیباچہ

سندھ کے صُوفی شاعر حضرات نے اپنی انمول شاعری کے ذریعے اسلام کی تبلیغ کے لئے جو گراں قدر خدمات سر انجام دی ہیں وہ ناقابلِ فراموش ہیں اور یہ صُوفیانہ شاعری کا مواد ادب خصوصاً سندھی ادب کا عظیم سرمایہ ہے۔ ان صُوفی شعرائے کرام میں حضرت مولوی قادر بخش فقیرؒ گولو کا نام بھی صوفیانہ شاعری کے فلک پر نجم الثاقب کی حیثیت رکھتا ہے۔ مولوی صاحبؒ نے چار زبانوں میں شاعری کی ہے۔ ان زبانوں میں کی گئی شاعرانہ انداز میں رشد و ہدایت ہر انسان خصوصاً راہِ معرفت کے راہی کے لئے مشعلِ راہ ہے۔ جیسا کہ سوانح عُمری مین بھی درج ہے کہ مولوی صاحب نے 1922ء میں اس جہاں فانی سے رحلت فرمائی۔ ویسے تو مولوی صاحب کا کلام بہت زیادہ تھا مگر مولوی صاحب کی رحلت کے بعد عدم توجہی کے سبب ضائع ہو گیا۔ 1970ء میں مولوی صاحب کے بھتیجے مولوی احمد فقیر نے اس کلام کو جمع کر کے کتابی صُورت میں چھاپنے کا کام جیکب آباد کے اُستاد جناب سید علی مردان شاہ کے ذمے لگایا۔ کتاب تو چھپ گئی مگر اُس کتاب میں ناقص چھپائی کے سبب غلطیاں رہ گئیں اور کافی ایسا کلام جو درگاہ پر موجود قلمی بیاض سے ضایع ہو گیا تھا اس کتاب میں شامل نہ ہو سکا لیکن یہ اشعار مولوی صاحبؒ کے عقید تمند قوالوں کے سینوں میں محفُوظ تھے۔ جب راقم الحروف کو جناب مولوی صاحبؒ کے ساتھ عقیدت ہوئی تو یہ خیال آیا کہ کیوں نہ اپنے مُرشد کے کلام کو دوبارہ کتابی شکل میں چھپوایا جائے اور وہ کلام بھی شامل کیا جائے جو کہ پہلے شامل نہیں ہو سکا۔ اس موجودہ کتاب میں سابقہ شُمارے کے کلاموں کے علاوہ اُنیس (19) کلام اور چودہ (14) بیت مزید شامل ہیں۔ اس کے علاوہ مولوی صاحبؒ کا اُردو اور فارسی کلام اُردو رسم الخط میں لکھوایا گیا ہے تاکہ اُردو پڑھنے

والے بھی استفادہ کر سکیں۔ مولوی صاحب کے مجموعہ کلام کا عُنوان گُلزارِ کاپاری خود مولوی صاحبؒ نے ہی تجویز کیا تھا۔ اس کتاب میں مولوی صاحب کے وہ کلام بھی شامل کئے گئے ہیں جو پُرانے قلمی بیاض میں کاغذ گل جانے کے سبب ان کا پہلا یا آخری فقرہ پڑھنے میں نہیں آیا۔ لہٰذا ان اشعار کو جیسی ہے ویسی حالت میں اس لئے شامل کیا گیا تاکہ شاید قارئین میں سے کوئی ان کو اپنی یادداشت کے ذریعے مکمل کر سکے۔ ان نامکمل کافیوں کی تعداد چار ہے۔ قارئین سے التماس ہے کہ ان اشعار کے علاوہ بھی اگر ایسا کوئی کلام جو کہ ان کے پاس موجود ہو اور کتاب میں شامل نہیں ہے ازراہِ کرم ذیل میں دیئے گئے نام اور پتہ پر پہنچائیں تاکہ آئندہ شُمارہ میں شامل کیا جاسکے۔ ناچیز راقم الحرُوف آپ کا ممنون ہوگا اور آپ پر اللہ تعالیٰ اور اُس کے رسُول ﷺ کی رحمت ہو۔

جن حضرات نے اس کتاب کی چھپائی اور درستگی میں میری مدد فرمائی میں اُن کا تہہِ دل سے مشکُور و ممنُون ہوں، خصُوصی طور پر مُلک کے نامور اسکالر پروفیسر ڈاکٹر کمال جامڑو، جناب غُلام سرور کھوسو، حاجی علی نواز وَگن اور جناب جمال جامڑو کا۔

طالبِ دعا

**امداد حُسین سُومرو**

اریگیشن کالونی، ڈیرا مُراد جمالی

رابطہ: 03313028288

03013701306

# مُقدمو

ٻہ سال کن پھريان مُلڪ جو نالي وارو سُگھڙ حاجي علي نواز وَڪڻ مُون وٽ بلوچستان جي هڪ مانَ واري شخص سائين غُلام سروَر ڪوسي کي وفاقي اُردو يونيورسٽيءَ جي سنڌي شعبي ۾ مُنھنجيءَ آفيس وٺي آيو. هِن عالِم ۽ نيڪ مرد جي عظمت جو اندازو اوهان هِن ڳالهہ مان لڳائي سگھو ٿا تہ جڏهن ٽي منزلون ڏاڪڻ چڙهي مُنھنجيءَ آفيس تائين پھتو تہ هِن صاحب جي حالت ڏِسي مُون کي پاڻ تي ڏاڍو غُصو آيو ڇا ڪاڻ تہ بُزرگ ماڻھُون جڏهن ڏاڪڻ چڙهندو آهي تہ هُن جي طبيعت گھٽ ۾ گھٽ مان ڏِسي نہ سگھندو آهيان. مُنھنجي حساسيت تڙپي پوَندي آهي. مُون سائينءَ جو آڏرياءَ ڪندي ياڳر پائي چيو سائين! جيڪر اوهان مٿي چڙهي نہ اچو هان! مُون کي حُڪم ڪيو هان تہ مان هيٺ لهي اچان هان! اِن تي سائينءَ وراڻيو سائين! علم ڇو هيٺ لهي اچي؟ اسان کي علم ۽ عالم وٽ وڃڻ گھُرجي! تنهن ڪري پاڻ ڪان اهڙي بي ادبي نہ ٿيندي!

اُن کان پوءِ سائين سچل ڳوٺ ۾ مُنھنجي گھر قُرب ڪري آيو. ساڻس عزيز احمد ڪوسو صاحب بہ گڏ هو. سائين غُلام سروَر سان ڪچھري ٿي: بلوچستان ۾ سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب بابت ڳالهہ ٻولهہ ٿي. ٻُڌايائين اسان وٽ سنڌي رابطي جي ٻولي آهي جڏهن تہ اسڪُولن ۾ اُردو پڙهائي ويندي آهي. اسان وٽ انگريزن جي زماني کان اُردو هلي ٿي. اُردوءَ، سنڌيءَ ۽ بلوچيءَ ۾ شاعري بہ ڪئي وڃي ٿي. ڪوسي صاحب فقير قادر بخش گولي بابت بہ ڪچھري ڪئي ۽ سندس ڇپيل شعري مجمُوعو مُنھنجي حوالي ڪري، حُڪم ڪيائين تہ ان تي نظرثاني ڪريو ۽ شايع ڪرائڻ ۾ اسان جي مدد ڪريو! مُون وَراڻيو حاضُر سائين! اهو ڪتاب امداد حُسين سُومري صاحب جو ترتيب ڏنل آهي، جيڪو ٻيو ڇاپو آهي. غُلام سروَر ڪوسو صاحب فقير قادر بخش گولي جي درگاهہ سان لاڳاپيل آهي. مُون فقير صاحب جي ڪلام جو گھرائيءَ سان اڀياس ڪري اُن ۾ ٻوليءَ ۽ ترتيب جون ضروري درستيون ڪيون.

غُلام سروَر ڪوسي صاحب جي ڪوشش سان ئي هيءَ ڪتاب اوهان جي هٿن تائين پھتو آهي. ڪوسو صاحب پاڻ هِڪ سُلجھيل ماڻھو آهي. هُن جي زندگيءَ جو وڏو حصو علم جي واڌاري ۾ پتوڙيندي گُذريو آهي. پاڻ

ٽين اپريل ١٩٥٠ع تي پيدا ٿيو. بلوچستان جي مُختلف هاءِ اسڪُولن ۾ هڪ اُستاد هيڊماستر جيءَ حيثيت ۾ ڪم ڪيو اٿائين. پاڻ گورنمينٽ هاءِ اسڪُول آدم پور ضلعي صحبت پُور مان سينيئر هيڊماستر جيءَ حيثيت ۾ ٢٠١٠ع ۾ رٽائر ٿيو. هُو انگريزي ۽ اُردُو مضمُون جو ماهر اُستاد آهي. پاڪستان ٽيليويزن ڪوئيٽا مرڪز جي ڪُجھ بلوچي ۽ براهوي ڊرامن ۾ اداڪاري بہ ڪري چُڪو آهي. سنڌي ٻوليءَ جي نامياري شاعر، ليکڪ ۽ پي ٽي ويءَ جي اڳوڻي پروڊيوسر بيدل مسرُور سان سندس دوستي آهي. سندس چوڻ مُوجب بيدل مسرُور، محمد نواز مگسيءَ ۽ دوست محمد گشڪوريءَ پي ٽي وي ڪوئيٽا جي ڊرامن ۾ ڪانٽُنس اداڪاري ڪرائي.

ڪيس ڳائڻ جو شوق بہ رهيو آهي. هُن باقاعدي راڳ اُستاد ارباب علي خان کوسي کان سِکيو پر راڳ کي رُڳو شوق تائين محدُود رکيائين. ساڳيءَ ريت لکڻ پڙهڻ سان بہ سندس دلچسپي آهي. اُستاد ارباب خان جي فن ۽ شخصيت بابت اُردوءَ ۾ مضمُون بہ لکيائين. پاڻ هڪ سُٺو اسٽيج ڪمپيئر بہ آهي. فقير صاحب جي ميلي واريءَ ڪميٽيءَ جو عُهديدار ۽ ميمبر بہ رهندو اچي پيو. سندس ذميوارين ۾ ٻين ڪمن سان گڏ اسٽيج سنڀالڻ بہ آهي. هُن ١٩٨٥ع کان ٢٠٠٩ع تائين راڳ رنگ جي محفل جي مُسلسل ڪمپيئرنگ بہ ڪئي. ساهہ ۾ تڪليف هُجڻ ڪري هاڻي هُو فقير صاحب جي ميلي جي اسٽيج تہ نہ ٿو سنڀالي پر ٻين ڪمن ۾ سرگرم آهي. کوسي صاحب ۽ امداد سُومري صاحب جي فقير قادر بخش سان تمام گهڻي عقيدت آهي، جنهن جي جهَلڪ هِن ڪتاب ۾ بہ نظر اچي ٿي. سندن عقيدت کي مانُ ڏيندي ڪتاب جي ٽائيٽل ۽ ترتيب ۾ سندن خواهش جو گهڻو خيال رکيو ويو آهي. کوسي صاحب جو چوڻ آهي تہ فقير قادر بخش ۽ خاص ڪري مست شاهن جي صُحبت ۽ عقيدت هُن مان ڪيترين ئي بُرائين جي پاڙپٽي ڇڏي. هاڻي هُو دين طرف وڌيڪ مائل آهي.

سنڌي ٻولي سنڌ جي هزارين سال قديم ٻولي آهي. هِن وقت سنڌ جون جيڪي حدون آهن اُهي ماضيءَ جي ڀيٽ ۾ تمام گهٽ آهن. موجُوده سنڌ جُون جاگرافيائي حدُون تہ محدُود آهن پر سنڌي ٻوليءَ جون حدُون تمام گهڻيون وسيع آهن. قديم سنڌ جي جاگرافيائي حدُن ۾ سنڌي ٻولي ڳالهائي ويندي هُئي. اڄ قديم سنڌ جا جيڪي حصا ٻين علائقن جي حدُن ۾ اچي ويا آهن اُتي سنڌي ٻولي موجُود آهي بلڪِ جاگرافيائي حدُن کان بہ

سنڌي ٻولي اڳتي نڪري وئي آهي ڇا ڪاڻ تہ ٻوليءَ کي حدن ۾ قيد ڪري نہ ٿو سگھجي. پاڪستان ۾ سنڌ کان پوءِ جتي وڌ ۾ وڌ سنڌي ٻولي ڳالهائي وڃي ٿي اُهو بلوچستان آهي، جتان جي لڳ ڀڳ اڌ آبادي سنڌي ٻولي سمجهي ۽ ڳالهائي سگهي ٿي. جيئن سنڌ ۾ بلوچ ذاتيون آباد آهن اهڙيءَ ريت بلوچستان ۾ بہ نج سنڌي ذاتيون جهڙوڪ ابڙا، سُومرا، سمان، رونجها، خاصخيلي وغيرهہ آباد آهن. بلوچستان جا ماڻھُون بلوچيءَ، براهويءَ ۽ پشتو سان گڏ سنڌي ٻوليءَ سان بہ محبت ڪن ٿا. غُلام سروَر ڪوسي صاحب چواڻي "اسان جي وڏي علائقي ۾ سنڌي رابطي جي ٻولي آهي!" بلوچستان جا سنڌ جي سرحد وارا علائقا ۽ لس ٻيلو وغيرهہ تہ سنڌي ٻوليءَ سان ڇڻ ڀريا پيا آهن. ڪيترين ئي ذاتين جي مادري ٻولي سنڌي آهي. اهو ئي سبب آهي تہ بلوچ ۽ سنڌي پاڻ کي هڪ ئي سمجهندا آهن. فقير قادر بخش گولو بہ اسان جو گڏيل شاعر آهي بلڪِ بلوچستان ۾ موجُود وڏن سنڌي شاعرن منجهان هڪ آهي.

فقير صاحب جو ڪلام اسان جا سنڌي فنڪار سنڌ ۾ بہ ڳائيندا رهن ٿا. هِتي ريڊيو پاڪستان ۽ پاڪستان ٽيليويزن تان بہ سندس ڪلام نشر ٿيندو رهندو آهي. اسان وٽ هِتي سندس سنڌي ۽ سرائڪي ڪلام ڳايو وڃي ٿو. سندس هڪ مشهُور ڪلام جا ٻول آهن "اَڪ ٿيا تہ اَنار سڄڻ ٽُنهنجي سانگي!" اهو ڪلام ريڊيو پاڪستان حيدرآباد تي اُستاد ارباب علي ڪوسي جي آواز ۾ رڪارڊ ڪيو ويو. حضرت مولوي قادر بخش شروع ۾ هُيو تہ مذهبي ماڻهُون پر ڪيس جڏهن عشق جي چوٽ لڳي تہ صُوفي بڻجي ويو. اهو ئي سبب آهي تہ سندس ڪلام ۾ بہ ميٺ محبت ۽ پيار جو پيغام سمايل ملي ٿو. اِن حوالي سان سندس هڪ شعر ڏجي ٿو:

گر اڳيون گولو چوي، ڪر رندن واري ريت
محبت رک من مٺ جي، ڪر پيالي ساڻ پريت
مين ماري ميخاني ۾، نماز نشي جي نيت
ڳاڙ مئي جا ڳيت، جي قادر بخش ڪلال ٿين

جيئن سنڌي ڳائڻن فقير صاحب جو ڪلام ڳائڻ شروع ڪيو ساڳيءَ رِيت سنڌ جي عالمن فقير صاحب جي ڪلام سهيڙڻ ۽ اُن تي تحقيق جو ڪم شروع ڪيو. اِن سلسلي ۾ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو سهيڙيل ڪم ملي ٿو جيڪو هُن سنڌي لوڪ ادب رٿا هيٺ ١٩٥٦ع ۾ شروع ڪيو

هو. ان رڳا هيٺ ٥٨ _ ١٩٥٧ع دوران ادب خاص ڪري سنڌي لوڪ ادب سنڌ ۽ اُن کان ٻاهر جي علائقن مان ڪارڪُن مُقرر ڪري ميڙيو ويو. اِن ميڙيءَ چُونڊيءَ ۾ مولوي قادر بخش گولي جو ڪلام بہ هٿ ڪيو ويو. مولوي صاحب جو چُونڊ ڪلام ۽ مُختصر تعارف لوڪ ادب سلسلي جي ويهين ڪتاب "ڦافيون" جُلد ٻئي ۾ ڏنو ويو جيڪو سنڌي ادبي بورڊ ڄام شوري ١٩٨٧ع ۾ شايع ڪيو. ڊاڪٽر بلوچ صاحب لکي ٿو "مولوي قادر بخش گولو سن ١٣٣٩ھ (١٩٢٠ع) تائين حال حيات هو ۽ اُن بعد ڪنهن سال وفات ڪيائين. جيڪب آباد ضلعي جي سردار مرحُوم صُحبت خان گولي جو سوٽ هو. فراق واريءَ حالت ۾ گهڻو ڪلام چيائين جيڪو سڄو سلامت نہ رهيو آهي. البت هڪ بياض نظر مان گُذريو جنهن ۾ ١٤٥ وايون ۽ ڦافيون، ٧ مولُود، ١٠٨ بيت ۽ هڪ ٽيهہ اکري قلمبند ٿيل هُئي. سندس ڪلام پڪو پُختو سِڪ ۽ سچائيءَ سان ڀريل آهي. ڪتباري جي بُزرگ جناب عبدالقادرؒ جو مُعتقد هو جنهن جي فيض سان سرشار ٿيو." (ص: ٨٥٠)

ان تعارف بابت حاشيي ۾ لکيل آهي "ڊاڪٽر بلوچ جي قلمي ذخيري تان ورتل جيڪو ١٧هين سيپٽمبر ١٩٦٩ع تي ڳوٺ محراب پور جمالي تعلقي اوستا محمد ۾ مير شاهہ نواز شاهلياڻيءَ وٽ ڪيل ڪچهريءَ ۾ قلمبند ڪيو ويو." (ص: ٨٤٠)

ڊاڪٽر بلوچ صاحب ان ڪتاب ۾ مولوي صاحب جُون ١٦ سنڌي ۽ سرائڪي ڪافيون نمُوني خاطر ڏنيون آهن.

حضرت مولوي قادر بخش جو هيءَ ڪتاب "گُلزارِ ڪاپاري" امداد حُسين سُومري صاحب ترتيب ڏنو آهي جنهن مولوي صاحب جي زندگيءَ جو احوال اُردو حصي ۾ تفصيل سان ڏنو آهي. اُن مان ڪُجهہ ٽُڪرن جو ترجمون هِتي ڏجي ٿو "حضرت مولوي قادر بخش موجُودهہ تعلقي ۽ ضلعي صحبت پُور جي مشهُور ڳوٺ، جيڪو صحبت پُور کان ٽن ڪلو ميٽرن جي پنڌ تي ڳوٺ عاشق آباد آهي، اُن ۾ ١٨٣٧ع بمُطابق ١٢٥٣ھ ۾ محترم بنگل خان گولي جي گهر ۾ پيدا ٿيو. ننڍپڻ ۾ ئي والدين جي رحمت ڀريءَ ڇانوَ کان محرُوم ٿي ويو هو. سندس ڀاءُ جو نالو مولوي محمّد ميوو هو. مولوي قادر بخش جو خاندان پيشي جي لحاظ کان هاري هو. مولوي قادر بخش ابتدائي تعليم پنهنجي ڳوٺ جي مولوي صاحب وٽان حاصل ڪئي.

اُن ڪان پوءِ ضلعي شڪارپُور جي ڳوٺ رُستم ويجهو درگاهه سُومراٽي شريف جي مشهُور مولوي عبدالستار صاحب جي مدرسي ۾ داخل ٿيو.“
مولوي صاحب تعليم به مدرسن مان حاصل ڪئي ته وري پاڻ به مدرسو کولي تعليم ڏيڻ شروع ڪيائين. هُو ان سان گڏ صُوفي شاعرن جي ڪلام سان به دلچسپي رکندو هو. ڪچهرين، درگاهن ۽ اوطاقن وغيره ۾ ٿيندڙ راڳ رنگ جي محفلن ۾ به ويندو رهندو هو. هُن کي صُوفياڻو ۽ درويشاڻو رنگ به سنڌ مان لڳو خاص ڪري شاهه سائينءَ، سچل سرمست ۽ ٻين شاعرن جي ڪلام ٻُڌڻ سان ۽ ڳائڻ وسيلي. هُو پاڻ يڪتاري تي ٻين فقيرن سان گڏجي ڳائيندو به هو. راڳداريءَ سبب شاعري به شروع ڪيائين. هُو ضلعي شڪارپور جي ڳوٺ سُومراٽيءَ ۾ ڪورين جي اوطاق تي ٿيندڙ راڳ رنگ جي محفلن ۾ شرڪت ڪندو هو. نالي وارو شاعر ميان عبدالغفُور ’مَفتُون‘ همايوني به فقير صاحب سان ڳوٺ سُومراٽيءَ جي مدرسي ۾ گڏ پڙهندو هو جنهن جو ڪلام ”تُنهنجي زُلف جي بند ڪمند وِڌا“ تمام گهڻو مشهُور آهي. عابدا پروين ڳايو آهي. ٻُڌل فقير ۽ سيد رکيل شاهه (فتح پور شريف / گندا واهه) سندس همعصر شاعر هُئا.
هُو سنڌڙيءَ جي شهباز قلندر سان به تمام گهڻي عقيدت رکندو هو. جنهن جو اظهار پنهنجي ڪلام ۾ به ڪيو اٿائين:

قادر بخش دا مذهب رندي، وحدت سير سارا اسلام
هادي رهبر، راهه اِهين وچ، شاهه مروَندي، رند امام

فقير صاحب پرچار ۽ خذمت جو مرڪز ”ڪاپاري“ علائقي کي بڻايو جتي مدرسو به کوليائين. سندس مزار به ان علائقي ۾ آهي. ڪاپاري هڪ ديهه جو نالو آهي جڏهن ته هينئر مزار شريف وارو ڳوٺ سندس نالي ”مولوي قادر بخش گولي“ سان سُڃاتو وڃي ٿو. هُن ڪاپاريءَ ۾ پنهنجو فيض جاري رکيو جنهن ڪري کيس گُلزارِ ڪاپاري به سڏيو وڃي ٿو. سندس شعري مجمُوعي جو نالو ”گُلزارِ ڪاپاري“ به ان نسبت سان رکيو ويو. سندس ڪلام جو قلمي بياض يا نُسخو درگاهه تي موجُود هو. اُن کي سامهُون رکي مولوي صاحب جي پاڻتڻي احمد فقير پهريون ڇپرو ۷۴ ـ ۱۹۷۲ع ڌاري شايع ڪرايو. وري اُن کي بُنياد بڻائي ڪتاب جو ٻيو ڇاپو امداد حُسين سُومري ۱۹۹۷ع ۾ شايع ڪرايو. سُومري صاحب مُختلف جاين تان ٻيو ڪلام به هٿ ڪري ڪتاب ۾ شامل ڪيو.

فقير امداد حُسين سُومرو ٢١هين مارچ ١٩٥٩ع تي گندا واھ ضلعي جهل مگسيءَ، بلوچستان ۾ اُستاد محمد شريف سُومري جي گهر ۾ پيدا ٿيو. سندس تعلق هڪ پڙهيل ڳڙهيل خاندان سان آهي. پاڻ ايم اي تائين تعليم حاصل ڪئي اٿائين. ايم اي سوشيالاجيءَ جي ڊگري شاھ عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور مان حاصل ڪئي اٿائين.

هُو ابتدا ۾ مذهبي خيال جو ماڻهُون هو. جماعت اسلاميءَ سان بہ تعلق هُيس. خاص ڪري اسلامي ناول پڙهندو هو. جڏهن فقير قادر بخش ۽ ٻين صُوفي شاعرن جو ڪلام ٻُڌائين ۽ پڙهيائين تہ تصوُف ڏانهن لاڙو ٿيُس. فقير قادر بخش رحہ جي درگاھ جو مُريد بڻجي ويو ۽ فقير صاحب جي ڪلام سهيڙڻ ۾ لڳي ويو. هُو سرڪاري مُلازم پڻ آهي. پهريان رجسٽريشن ڊپارٽمينٽ ۾ هاڻي ان ئي کاتي جي سُڌريل صُورت نادرا (NADRA) ۾ مُلازم آهي.

فقير قادر بخش رحہ جي هِن مجمُوعي ۾ گهڻائي سنڌي ڪلام جي آهي. سنڌي ڪلام جو تاجي پيٽو بہ سنڌ جي نالي وارن شاعرن حضرت شاھ عبداللطيف ڀٽائيءَ ۽ سچل سرمست جهڙو اٿس. بيت ۽ ڪافيون گهڻيون اٿس. سندس ڪلام سنڌ جي لوڪ قصن جهڙوڪ سسئي پُنهونءَ، سُهڻي ميهار ۽ سارنگ وغيرھ جي موضوع تي آڌاريل آهي. مذهبي ڪلام ۾ سنڌي ٻوليءَ جي مقبُول ۽ مشهُور صنف مولُود بہ شامل اٿس. اهڙيءَ ريت سنڌ جي لوڪ ادب واريون ڪُجھ صنفون بہ شامل ڪيون اٿائين. جهڙوڪ ٻاونجاھ اکري ۽ ٽيھ اکري

سنڌي لوڪ ادب ۾ ٽيھ اکريءَ تي تہ وڏيڪ طبع آزمائي ڪئي وئي آهي پر ٿمام گهٽ سُگهڙن ٻاونجاھ اکري لکي يا چئي آهي. ٽيھ اکريءَ ۾ عربي الف ب جي اکرن سان شروع ٿيندڙ بيت ۽ ٻاونجاھ اکريءَ ۾ سنڌي الف ب سان شروع ٿيندڙ بيت چيا ويندا آهن پر فقير صاحب انهن صنفن ۾ هڪ تبديلي ڪئي آهي. هُن بيتن بدران هر اکر سان شروع ٿيندڙ لفظن واريون ڪافيون لکيون آهن. عام طور تي انهن صنفن ۾ هڪ هڪ بيت هُوندو آهي جڏهن تہ فقير صاحب هڪ کان وڌيڪ ڪافيون ڏنيون آهن. ڪن اکرن ۾ تہ ڏهن کان وِيهن تائين ڪافيون آهن. مُنهنجي مُطالعي مُوجب شايد ئي ڪنهن سُگهڙ انهن صنفن ۾ ڪافيون چيون هُجن.

فقير صاحب جيڪا ٽيھ اکري ۽ ٻاونجاھ اکري چئي آهي اُن ۾ ٻيو

فرق اِهو رکيو اٿائين ته سنڌيءَ ۾ ٻاونجاهه اکري ۽ سرائڪيءَ ۾ ٽيهه اکري لکي اٿائين. ٻنهي صنفن ۾ مُڪمل اکر ناهن يعني ڪيترن ئي اکرن سان شروع ٿيندڙ ڪافيون موجُود ناهن. اِن جو سبب اهو به ٿي سگهي ٿو ته فقير صاحب جو مُڪمل ڪلام نه ملي سگهيو هُجي.

بهرحال فقير صاحب جي وڌيڪ ڪلام کي ڳولهڻ ۽ اُن تي تحقيق ڪرڻ جي گهڻي ضرورت آهي. فقير صاحب مُڪمل طور هڪ سنڌي شاعر آهي. اسان سنڌ وارا ڪيس پنهنجن شاعرن جيترې ئي عزت ڏيون ٿا ۽ سندس ڪلام کي پکيڙڻ ۾ پنهنجو ڪردار ادا ڪندا رهنداسين.

حضرت قادر بخش فقير گولو هڪ رُوحاني بُزرگ پڻ آهي. سندس عقيدتمندن جو به تمام گهڻو تعداد آهي. سندس درگاهه تي روزانو ڪيترا ئي عقيدتمند ايندا رهن ٿا. هر اسلامي مهيني جي پهرئين سُومر واريءَ رات تي باقاعدي ميلو مچندو آهي جڏهن ته سندس ساليانو عُرس پهريان ذوالحج جي ٢٥هين، ٢٦هين ۽ ٢٧هينءَ تي لڳندو هو پر موسم جي سختيءَ کي ڏِسي هاڻي هر سال نومبر جي ٻيءَ، ٽينءَ ۽ چوٿينءَ تاريخ تي ميلو ملهايو ويندو آهي. پاڻ ١٩٢٢ع بمُطابق ١٣٤١هه ۾ پنجاسي سالن جيءَ ڄمار ۾ الله سائينءَ کي پيارو ٿي ويو هو.

ڊاڪٽر ڪمال ڄامڙو
سنڌي شعبو وفاقي اُردو يونيورسٽي ڪراچي

# دُعا نامون

حق قل هو الله احد آ - محمد الرسولي ايمان آ
ڄايو نہ ڄڻيو آ ڪنهن خلقيو نہ ڪنهن سبحان آ

هر مذهب ۾ معبود آ هر مظهر ۾ موجود آ
اعتبار ڇڏ اغيار جو الاڪما ڪان آ

هر صلح ۾ هر جنگ ۾ هر دار ۾ هر دنگ ۾
اڪيون پٽي ڏس عرفان جون؛ حق سارو هر شان آ

اهڙيءَ طرح آيو هتي نہ ڪيفيت جي ڪل جتي
هو پاڪ پردي ۾ رهي هر مڪان ۾ لا مڪان آ

ڇڏي ذات آيو نور نظر هو هئي حقيقت محمدصه جي
هر عالم جي اظهار ڪان حد لا حد هر دو جهان آ

حيات النبيصه آهي هاڻي تني تو ڪري جيئڻ جاڻي
محتاج تيس شاهہ ۽ گدا مختيار منجهہ فرمان آ

آهي رحمت اللعالمين واسطو وسيلو خلق جو
سردار هزد هزار جو ڪل نبين جو سلطان آ

هاڻي ڏس ڪيڏو قتل سر شام ۾
شور ۽ خلل فتنو قحط هر ملڪ ۾ الامان چئو الايمان آ

نشان قيامت جا آهن حق پهلو بڌ هيءُ تون سبق
زالون گهڻيون ۽ بي زنا، شراب، شر شيطان آ

جيڪي واعظ مان تو چوان ڄاڻو يقين يارو اوهان
ساري خبر سردارصه جي قول حق ۽ قرآن آ

محنت نبين جي ياد ڪر دل شهادت سان شاد ڪر
گهر عقبيٰ جو آباد ڪر اها زندگي سپ زيان آ

پٽ جنس هڪڙي دين جا آهيون اُمت ڪل محمديﷺ
اج اِمامن جان ٽيندو جنهن ڪربلا جو ڪان آ

غيرت نہ جن کي دين جي اُهي سجي ٽيندا سجين جيان
خواري مٿي تن خالي دين جي مردار جو ڪهڙو مان آ

اي مومنو مستور جان گهر ۾ مرو ڇو معذور جان
ڏي سر ملهي منصور جان؛ هوءَ گوءِ هو ميدان آ

غضا دين، ايمان جو غرض آ هر فرد ۽ بالغ تي فرض آ
جيڪو منهن موڙي منجهہ مرض آ جو يزيد، مريض هامان آ

غازين مٿي ارمان ڪيو گهر ٻار سڀ قربان ڪيو
سر گهور دنيا سامان ڪيو پوءِ جاءِ جنت ۾ جام آ

ويندو ڦوڪ سان ساهہ شهيد جو ڏسندو موت ڏهاڙو عيد جو
تهديد نہ تاب وعيد جو پيو جيئري منجهہ جنان آ

ڇڏ ليهہ لچا! زر مال جي؛ ڪندئي ڪافر محبت انهيءَ مال جي
اها واٽ اٿئي وصل وبال جي؛ زنجير دوزخ زندان آ

پوءِ ڇئو نہ ضعيف اسلام آ: جاتي احمدصه چار امام آ
جنهن جي فتح سر انجام آ: هو حاڪم جن و انسان آ

اي مومنو ڇو ٽا مرو؟ ڳڻ ساهہ جي ۾ ٽا ڳرو
توڪل ڪري ترهو ترو: هڪ هڪ جو نگهبان آ

روم جو شاهہ آ عالي؛ دربار هفت اڪليم ۾ آ نر نروار
رحمت رب جي ذالله دين جو ڪامل آن پشت والي ملڪ جو واهر واهہ

تهمڪ جنهن جا چار ئي يار؛ وارث تخت سڪندر جو خاص
خليفي عُمر[رضہ] جو بيرڪ دار؛ حق حيدر[رضہ] جو قاتل ڪيني دار ڪنار

ذاتي جنهن جا عرب، عجم، ڪافر ڪڙمت جو ڪن ڪم
يورپ، فارس، شام، پشم تابع اصلي آهن تڪرار

سور فنا جي جڏي سوڙهه ڪئي تڏي بد بختن مُنهن موڙ ڪئي
اها قضا قادر جي جوڙ ڪئي، جنگ هر ڪنهن ڪئي ترت تيار

هاڻي شاهه مٿي چڙهيا هن شاهه گهڻا هڪڙي ڪيا هن بيواهه گهڻا
هاري هڪڙو لاهه گهڻا پاڙ پٽي لنگهي ويندو پار

تون آن اي مرسل ؐ حق معراج ڏٺي پنهنجي اُمت جي ڪاڪر ڳالهه ڳٽي
ڪل ڪافرن جو ڪيڏ هج هٽي، دين پنهنجي ڪي پاڻ سنيار

ڪير ترڪن جو تاب جهلي اچي مرد بيهن ميدان ملهي
احسنت چون افلاڪ والي رحمت نازل نور نظار

ساري عرب عجم ۾ آ شور، ڪافر ڪروڙين ظالم زور
ترڪ بہ اڳيون ها رستم طور، عليرضہ عمررضہ جا دين مدار

هن ڪاهل قوم تي ڪرم ڪيو جنهن شريعت جو نہ شرم ڪيو
پنهنجو ننگ ڏسي دل نرم ڪيو ضامن ڪڻ تون ذوالفقار

غرض نہ غير دين تي هن غازي، بانڪا اچي ڪن باهه ۾ بازي
وڃ جان تير وسائن تازي جوشؤن تيز تفنگ جرار

قول رجانا ڪر تون ياد نفس جو اڪبر آهي جهاد
عمل تيسين آهن ڪل افراد دشمن در اندر جو مار

قادر ڪر تون دعا قبول برڪت رهبر ساڻ رسول ؐ
ترت قرآن تائيد نزول فتح ڪري اسلام اظهار

قادر بخش آهر مومن ڪلمي سان انسان ۽ جن
هر ڪو رهندو خوش وطن اُهي خوار ٿيندا بدخواه مردار

****

# معراج نامون

حمد هزارين هڪ خالق جا جنهن احمدؐ کي اظهار ڪيو
واحد واسطي ڪثرت جي نُور منجهون نروار ڪيو
قادر قلزم قدرت جي قطرو هزد هزار ڪيو
صفت ثنا تنهن مالڪ جي جنهن محمدؐ کي سردار ڪيو
دم دم روز درود نبيؐ تي لحظي منجهه لک وار ڪيو
تحفو جنهن کي تيار ڏئي معراج مٿي اقرار ڪيو
دين نبيؐ جي هيءُ جڳ هو جڳ باغ بهشت و بهار ڪيو
چار ئي يار رسولصه جا رهبر مالڪ تن کي مدار ڪيو
هر هڪ صاحب شان شفا جو شافي شاهه تڪرار ڪيو
سيد تئون سئو پيرا سر ڪٽي قادر بخش نثار ڪيو

********

مرسلؐ جي معراج ويڇڻ جو قصو ڪتاب چون
خاص خلاصيون ڳالهيون تنهنجون پرتون مون سان ڪن
هڪڙي رات ستاويهين منجهه رجب جي روشن
عالم پُر انوار ٿيو چمڪار بهار چمن
عرش سيئي آسمان سينگاريا ڪرسي گل گلشن
سردار مُرسلصه هليو ڪعبي ۾ منجهه جاءِ حطيم احسن
جلدي جبرائيل آيو ڪري ورد ورود دهن
سينو چيري سيد جو ڪيائين گل لال و گلبن
ٿالهي سوني آندائين پر ڪوثر خوش درسن
دوست جي دل ڌوئي پاڪ ڪيائين صاف سفيد سمن
بعد تنهن جي راز پري ڪيائين مخفي ڪان مخزن
قادر بخش کي رک سيداؐ ڪنان وسواسون دشمن

*********

بجليءَ جان براق آندائين ستت ساز ڪري
سونا سنج ياقوت موتي ڏانهن سر تائين پير پري
چوگرد چنڊ جان چمڪي پيو نازڪ نُور ڀري
جاءِ جاتي نظر پڇي اُتي گهوڙو گام ڌري
لحظي ۾ لک ملڪ لنگهي ويو ڪيائين ڪوهه پري
سردارؐ اُتي ائين سوار هليو جيئن سينگئون گز نڪري
مسجد اقصيٰ تائين ويو رڪي يثرب زمين سري
قادر بخش جو سر سيدؐ شل ڪنجڪ ساڻ ڪري
محمدصه جي مسجد ۾ پڌ خاص هي خبر
تي سئو تيرهن استقبال ڪاڻ آيا پيغمر
نوائي سر سلام ڪيائون سڀ اڳتون شاهه بشر
دعا دو گانا نفل پڙهيائون امامت ڪئي سرورؐ
پيغمبر پُرنُور تيا وٺي رخصت ڪان رهبر
سردارصه چڙهيو گهوڙي تي ڪري الله تو آهر
اڳتون جبرائيل هليو تي چاڪر چست قمر
پهلي گام رکي گهوڙي وجي فلڪ پهرين جي در
دربان پڇيو تون ڪير آهين حڪم ڪيائين هن پر
جلدي جواب ڏنائين مان جبرائيل اڪبر
دربان پڇيو ٻيو ڪير آ توسان عالي شان انور
ورندي ويرم منجهه ڏنائين محمدؐ آ بهتر
مڙي آيا سڀ ملڪ سلامي نياز سان نوائي سر
شهنشاهه جو شان ڏسي ڪيائون شادي شوق شڪر
اُتي سيدصه کي سامهون آيو آدمعه منجهه نظر
جبرائيل عرض ڪيو خدمت ۾ سائين تنهنجو آ پدر
ڏي تون سلام تنهن کي سيد جو در گوهر
احمدؐ چام سلام ڏنو سر آدمؑ ساڻ مهر
سلام ورائي آدمؑ چيو جئي آئين پسر
صدقي سيد آدمؑ جي ۾ عالم جي آڌر
قادر بخش تي بخش ڪيو بار ٻڌيون ابتر

*********

پوءِ پرت مان پير پري ويو ۽ آسمان
يحيٰؑ عيسيٰؑ خدمت ۾ ڪيائون جان جسم قربان
اُتاهون ٽلي ٽئين فلڪ ويو سر جڳ سلطان
حڪم ۾ حضرت يوسفؑ آيس حاضر در دربان
خاص غلامي خدمت ڪيائين نياز سان نرم نشان
چوٿين فلڪ تي چڙهيو بي فلڪ پلڪ جو جنگ جوان
چوڪيدار چمن ۾ هيا ادريسؑ ۽ رضوانؑ
صحن صفا سينگاريا چمن ڪان ڦرنڊ منجهه قربان
بلبل جان خوش غلغل پيو حورن منجهه غلمان
پڙهن صلوات نبيءَ تي، صدقو ڪيائون جند جان
پنجين فلڪ تي هارونؑ آيس ساڻ سامان
فلڪ ڇهين ڇهون آيس شان وڏي سان شان
مهر پريو اڳتون موسيٰؑ آيس خب ۾ هو حيران
نوڙي نياز ۾ آندائين ادب جا ارڪان
شوقون شفقت ڪارڻ رنو اڳتون شافي هر دو جهان
فلڪ ستين تي سردار چڙهيو جتي اونت نه پيو انسان
ابراهيم خليل ڏنائين نياز سان نيڪ جوان
مرحبا ابن صالح ڪيائين بات بيان
سچ، چنڊ، تارن کي ڏنو شاهه انعام عيان
نبين سيني نور ورتا، ٿيو فلڪ فيض نشان
سيد سير ڪيو سدرا جو جاتي جبرائيل مڪان
وڻ جي هيٺيون وهنڊ درياهه چار هئا منجهه چوغان
ڪوثر سلسبيل ٻنهين جو جنت ۾ جريان
درياهه نيل، فرات ٻنهين جو دنيا ۾ دوران
صدقي سرور يار صديقرضه جي، عمررضه، عليرضه، عُثمانرضه
قادر بخش کي نوري نهرئون پرور ڏي پيمان

********

جبرائيلؑ عرض ڪيو خدمت ۾ ڏي موڪل مون سرور
جي ٿو اڏران اڳتي تہ بجلي ساڙيندي سڀ پر
رحم رضا ريجھ سان وٺي رخصت ڪان رهبر
اڳتي اسرافيلعه هليو ٿي چاڪر چست قمر
ڪرسي، رف رف جان رکي عرش چڙهيو انور
اسرافيل بوراق ڇڏيائين عرش هيٺيون اظهر
عرش مٿون هيو پردو نوري درج نالي مقرر
پردي ڪان لنگهي پرتيِ ويو جاتي جاءِ نہ منجھ نظر
هيٺ مٿي نہ اُتر ڏکڻ نہ اولهہ اوير
نور نظر ۾ نازڪ آيس دهشت سان داور
لامڪان ملاقي ٿيو پرور ساڻ پيغمبر
ترت سلام عليڪ نبيؐ تي مولا ڪئي مهر
التحيات سوغات ڏنائين پيش اڳيون پرور
تنهن ڪان گهري دعا خلق ڪاڻ خير جي شاهہ بشر
پيغمبر تي پڙهڻ لڳا سڀ ملڪ درود اڪبر
اشهد ڪلمو گهور ڪيائون گهوٽ مٿان گوهر
ذاتي ذات ۾ ذات ٿيو منجھ هستي هو هيڪر
چادر چوگل لاهي ڪيائين قدمي ڪوٺ قدر
احدجه احمدصه ٿئي هڪ ٿيا جيئن شِير ۽ شڪر
قوتو پاڻي منجھ قسي ٿيو پاڻي پاڻ بحر
شافي شان وڏي سان موٽيو والي خلق جو ور
احمدصه اُمت ڪاڻ ڪٺي آيو واعدا ساڻ ثمر
صدقي خاتون جنت جي شاهہ شبيرعه، شبرعه
قادر بخش جو شافي ٿيءُ اچي سرور ڏينهن حشر
(آمين)

# مولود شريف

مرسل مير محمدﷺ کي دل ساھ گھڻو ساري
لھريون سخت سمونڊ جون ڏور ڏونگر ڏھڪاري
پيھچڻ مشڪل پنڌ پري جو ڳڻتي تي ڳاري

جاڪون جيان تي اور اندر ۾ موھيون من ماري
اچي سيد شل سڪرات ۾ ڏسي منھنڙو ڏيکاري

پاڇي جا پيغمبر کي ڏي پانڌي لک واري
سوين سلامن درد دروادن سجدي سڏڪاري

محبت ۾ ماندو مران تون ويھ نہ وساري
صدقو حسنؓ، حسينؓ جو ھڪ گھڙي وڃو گھاري

ھيءُ تن ھتڙي ھجر وڏو آ ڏڪڙن ۾ ڏاري
ساھ مديني جي سيرن ۾ گداگر جان گذاري

مرسل! تو تي روز منجان صلواتان سينگاري
مداحي تي ماڙ ڪيو ڪا نظرون نھاري

ساھ صحن تي ڏئي مران شل شوقون شوڪاري
قادر بخش! قريشيءَ تان قربان ڪيان سر واري

(٠٢)

مُون کي تنھنجي سڪ سيدا!

شب روز آ سچ ۾ ثمر
تون آن ھادي ھر راھ جو- تون آن وسيلو بيواھ جو
تون آن شافي روز حشر
ڏک ڏاگھ جي چڪي ۾ چڙھي- صلوات خليل الله پڙھي
نازل اُتي ئي تنھنجي نظر
آدم ۽ سڪئون ڪئي ساراھ جڏي- توبھن قبول تي ھيس تڏي
عيسيٰؑ مڃيو آسون امر
گدلو گناھن ۾ گارھان – بيڪس بنان تو بيڪار ھان

والي! تنهنجي گهرجي واهر
ٿون آن پيارو حق پاڪ جو - تو تي آ چٽ لولاڪ جو
تنهنجي جنت تنهنجو ڪوثر
مرسل ملڪ، انسان، جن قربان ڪن جند جان تن
پيرن هيٺيون سيئي اُپ اختر
قادر بخش تي ڪو ڪرم ڪيو۔ دل گولي غلام تي نرم ڪيو
ڏسان ڪين اکين سان سخت سقر

(۰۳)

ديدان سڪن ديدار تنهنجي ڪاڻ

آءُ سيد تون سردار منهنجا!
ذوق تنهنجي ڪون ذرو ناهيان واندي۔ گهوٽ گهرائي ڪيو هڪاندي
لئي واري مديني جي وار منهنجا
واهه وسيلو بنا تو نه ٻيو ڪو۔ دوست دلاسو ڏکيءَ کي ڏيو ڪو
آتي عيب شافي بيشمار منهنجا
روضو تنهنجو روز نهاريان۔ هجر ۾ هتڙي هنجون ويٺي هاريان
روئندي نيڻين جاري ٿيا نار منهنجا
تون آهين شافي جڳ ساري جو - والي ورائو جڳ ساري جو
ڪر ڪرم نه ڏس ڪردار منهنجا
طور به تنهنجو نُور به تنهنجو -موسيٰؑ به تنهنجو حضور به تنهنجو
ڏين ٿا دلڙي زبان اظهار منهنجا
گل آهين عرب عجم جو -غور ڪجو ڪو مداحيءَ جي غم جو
پڌ ڳوڙ هن جا ڳڻتڪار منهنجا
لحظي لحظي تو کي ساهه ٿو ساري۔ سڪ تنهنجي سيد ڳڻتي تي ڳاري
سيني سوز سوراخ هزار منهنجا
محبوب زمين آسمان جو تون آن -شاهه ملڪ لامڪان جو تون آن
چن دوال دوئي هر چار منهنجا
قادر بخش کي قربئون ڪوٺايو۔ سگ دروازي جو ڪين موٽايو
ڪيو ڪرم ڏسي انتظار منهنجا

(۰۴)

شافي شان وڏو بيحد چئي نہ بشر
بيحد چئي نہ بشر، قادر ڪيڙس قدر

سارو سر سبحان جو سيني آيو سرور لولاڪ اشارو لوڪ ۾ دليون سمجهن دفتر
آڳر سان اُپ ڪئون قدمين ڪري پيس قمر- محب معراج ماڻي متي اڄان ئي اڳتي انور
ملڪ محتاج مرسل سندا راهہ رسولن رهبر- قاسم قيامت جو ڏٺي ڏيهن جو ڏاتر
حوران حسن حيران ڪيون پڙهن صلواتون ۽ ثمر-پريون پهاڙ پريشان ڪيون لا جي لاري لا غر
عالم ۾ آٽي ڪيو احمدﷺ احدﷻ اظهر –محمدﷺ پاڻ محمُود ٿيو ڪارڻ خلق خبر
واليءَ واهہ وسيلو ڪيو آسيڙن جي آڌر- ڇڪ ڪون ڇڏائيندو سارو حرمت ساڻ لا حشر
حشمت حڪم حبيب جي پگهري پرتون پٽر- شوق شفيع جي زمين تي شاخ نوائي شجر
قُربئن ڪيس قرآن ۾ وصفون پاڪ پرور –طاحہ، ميم، ياسين سان اسم اشارو اختر
قادر بخش بخشائيو سخت پڄهي ٿو سقر-گولي گدا ورتو اچي دردئون تنهنجو در

(۰۵)

| | | | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| اديون! | احمد | چام | ڪاڻ | روئن | روح | اجسام |
| عربي | عرس | امام | ڪاڻ | ملڪن | ڪيڙو | ماتام |
| رحلت | ويل | رهبر | حورن | ڪيا | ها | غام |
| جنت | جوشون | جليو | دوزخ | ۾ | ڏم | ڏام |
| روئي | رات | رت | روز | پيو | عالم | هر | جا | عام |
| شمس | قمر | بيقرار | ٿيو؛ | تارا | تنهن | ڪون | تمام |
| وقت | وداع | ودود | جي | قائم | ٿي | تہ | قيام |
| مومن | مرسل | ڪاڻ | مرن | ماتم | منجهہ | مدام |

خوشيءَ سان تہ ڪيو خُدا ڏي خير الخلق خرام
ڪرسي قدمن هيٺ تي لامڪان مدام
مرحبا چيائين محبوب کي عزت عليڪ السلام
نُوري نُور ۾ نُور تيو احمدﷺ ڪيو آرام
گولو گنهہ گار پيو سيد تنهنجي سام
ثابت رڪجو صراط تي قادر بخش اقدام

(٠٦)

نور نظام عالم عام احمدﷺ تيو اظهاري
احمدﷺ تيو اظهاري سڀ ڪنهن ساري
واهہ وسيلو وحدت واري — راز رباني نُور نظاري
مِهر مُدام قمر خرام چهري هر چمڪاري
جان جسا جڳ جوهر ذاتي۔ مظهر ظاهر صورت صفاتي
قدر قوام تجلي تام پرور پاڻ پساري
تاج تبار لولاڪ حڪم جي — سرورﷺ رکي ڪلنگي ڪرم جي
اُپ انعام خاڪ خدام دلبر ڏانهن دلداري
شاهہ شريعت پاڻ آ شافي۔ ڪاهل ڪوجهي ڪارڻ ڪافي
وقت حڪام ڏينهن قيام سيد سڀ تي ستاري
ساهہ سري سيد سبحاني۔ قادر بخش ڪيو قرباني
گولو غُلام سرورﷺ سام آهي تو اختياري

# ڏوهيڙا

جي ڪچا تين ڪامل وچ دردمندن جي در
جيئري ڪسڻ قبول ڪري وچ گهري گهاين جي گهر
شرابن جي شوق سان وٺي اُجان پيءَ اوير
تڏهن ايندوءِ نشو نظر گر اڳيئون گولو چوي

(٢)

گر اڳيون گولو چوي ڪر رندن واري ريت
محبت رک من مٿ جي، ڪر پيالي ساڻ پريت
مين ماري ميخاني ۾ نماز نشي جي نيت
ڳاڙ مئي جا ڳيت جي قادر بخش ڪلال! ٿين

(٣)

جي قادر بخش! ڪلال ٿين ٿيءُ غشيءَ ۾ غرق
بيخوديءَ جي بحر ۾ رهي فنا ڪر فرق
ٻانهون هٽي ٻاهر ٿيءُ، منجهنئون درياهه درد دلق
تڏهن حاضر پيس حق گودڙيءَ ۾ گولو چوي

(٤)

گودڙيءَ ۾ گولو چوي تو ڪي پوندي سڌ ساري
سڳا تڳا سوز جا وِجهه ڳل ڳچيءَ ڳاري
راتيان ڏينهان رهه روج ۾، گهٽ نه وجهه گهاري
پٽي ڏکن ڏيکاريءِ گڏبئي گر گولو چوي

(٥)

جي گولا! گڏجين گر سان وجي هنگلاجن سان هر
ڏاڍا ڏاري درد جا وجي گروهه تنهينءَ ۾ گهر
چوتو چاڙهي چست سان وجهي خاڪ فقيري قر
پوءِ سمجهه ايندءِ سر، گاروڙي گولو چوي

(٦)

گاروڙي گولو چوي اٿي شوريا ساڻ شعور
نيڻ نماڻا نم پريا سي پيتون وتن پور
نانگا نينهن نياز ۾ تا جوڳي ڏسجن جهور
اورن نه اهي عام سان سي سانيين وتن سور
ٿي محنت تن منظور گر اڳيئون گولو چوي

(٧)

گر اڳيئون گولو چوي تنهنجي پڇندي من مراد
روحي رمزان راز جون ڪنديءَ اکين سان ارشاد
جوڳي جاڳي جار سان؛ ڪر يار پنهنجي کي ياد
ٿيندين قادر بخش آزاد؛ جڏهن اسم جاڳي جسم ۾

(٨)

جڏهن اسم جاڳي جسم ۾ پوءِ ڪسي ٿيءُ ڪباب
ساڙي تن تنبورو ڪر؛ رڳان رود رباب
وڄن وحدت تار ۾؛ رکي سرون حق حساب
ڏيئي طبلي دل کي تاب؛ وڄاءِ قادر بخش قديم کي

(٩)

وَڄاءِ قادر بخش قديم کي اِتي بيهي تون نہ پِل
ويٺي سُتي واٽ ۾ ڪر حق حق هوءَ جو هُل
علم عين حقيقت حق جي ٿينداءِ حق حاصل
چاڙ وڏيءَ سان چل؛ گولا گهرجن گامان اڳتي

(١٠)

گولا گهرجن گامان اڳتي؛ اڃان پري تي پنڌ
جاڳڻ دل جي جاءِ ٿي ڪر؛ زبان ذڪر جي ٻنڌ
سوزون سري ساز ڪر سرود سينو سنڌ سنڌ
ڪپائي ڪُلهن ڪئون ڪنڌ ڪڻ قادر بخش! قدم اڃان اڳتي

(١١)

ڪڻ قادر بخش! قدم؛ اتي اڃان اڳتي منهن منزل
وجودئون تي ويسارو؛ تڏهن ڪجھ ڪجھ پوندئي ڪل
مان تون طلب وصال جي جاتي دوئيءَ کي ناهي دخل
آتي خيال ۾ خاص خلل؛ جي گولا! گهرندين پاڻ کي

(١٢)

گولا! گھر نہ پاڻ کي، اتي هيڏي هوڏي پاڻ
خاڪي بوتو پيچ ڪٽي، تڏهن پوندءِ سير سڃاڻ
صورت هستي هوڏ هيولا! سمجھ نہ گھرجي ساڻ
پيري محويت جو ماڻ، تيءِ گولا! گم الله ۾

(١٣)

تيءِ گولا! گم الله ۾ اتي عالم سڀ الله
پل نہ ڏسي يادي بوتا، اولي ابر تئي ماهہ
هيءَ هوائي هستي صورت ناهون ڪر نگاهہ
حُسن قبُح رنگ پرديءِ پيو پيو سر بيمثلي شاهہ
خيالي جسم خيالون خالي سمجھ تہ چاهي ساهہ
چڏ پردو پوش پناهہ، جي قادر بخش! تون قادر تئين

(١٤)

ڪم مڙئي ڪانئري جو ڪم نہ ڪري ڪو
نامرد نوڙن نماز تي، آهي روڳ رناٽو سو
خالي تي ڏهون خيال خودي دست دوئيءَ ڪئون ڏو
اُهو مرد نہ هر گز مئو جيڪو قادر بخش ڪسي پيو

(١٥)

طالب تيءِ توحيد جو، تون ڇن دوئيءَ جو دام
اُڏري وڃ آڪيري مئون، جاتي تنهنجو مُلڪ مُدام
سرمدي سلطان تيءِ، هت ڇو تين غير غلام؟
ڪر قادر بخش! قيام، ذرڙي جان انهيءَ ذات ۾

(١٦)

خيال پيو منجھ خاڪ جي پوءِ ڪر تون خيال سهي
جڏهن موتيو خيال خدا ڏي، پئي خاڪ سان خاڪ رهي
جيڪي خيال ۾ تيا، وين لا جي تيغ وهي
ڪر جسم ۽ جان نهي، تڏهن قادر بخش! قديم تين

(١٧)

سمجھ نہ پوي سير جي، آھي صورت سڀ ڪنھن سو
نحن ’ اقرب آ ويجھو، ڪيئن پري سمجھيو تو؟
تون نہ ڏسين آن، تو وٽ سمجھي ھر سر سالڪ سو
پوءِ قادر بخش آ ڇو؟ ناھين قادر قادر بخش تون

(١٨)

سچ ڏسين تہ سچ تي، آھي سچ بنا نہ سچ
وجھي سُھاڳو سوز جو تون سون، پتل جان پچ
پٽر تي پئہ پاٽيءَ جان، تڏھن نڪري قلبي ڪچ
پوءِ چوندئي قادر بخش اچ، جڏين جسم جلائي جان ٽئين

(١٩)

گر اڳيئون گوڏا پيچي، سک رمزان روحي راز
عين يقين کن رکي، ڪر طرز تعليمي آغاز
سبق پھلو ھيٺ متي ھو سنڌ سنڌ ۾ ڪر ساز
سبق پيو چڏ ٻوڙي پيائي وحدت بحر دراز
سبق ٿيون وٽ سوز جو، ڏسي ناز نوين ڪر نياز
پوءِ ڏيندئي اچڻ جا آواز، جڏھن قادر بخش! ڪسي پوين

(٢٠)

ڏسي شعاع شمس جو، تون ذرڙا پانءِ نہ ذات
جڏھن اڪين - اولو ٿئي، آھي ڏُنڌ آنڌاري رات
سمجھ تہ سچ آ ھڪڙو، ھر جا شيشي شعاع صفات
جي باور ڪرين بات، ڇئي قادر بخش قدير جي

(٢١)

سورج سڀ ڪنھن جاءِ، اچي ذورئون منجھ ڏسڻ
ھو ذات نہ گڏجي ذات سان، آھي پري ڪئون ۾ پسڻ
رھي اڪيلو آپ ۾، ھت ذرڙن ذات وسڻ
وٽ شمسي شعاع ڪسڻ جي قادر بخش قمر ٿين

شڪليون شيشن مئون ڏسي تو ڏيئا ڏهہ پائين
شيشا شان صفات جا جي پٽر ڦهڪائين
لاٽ لکن ۾ هڪ ايندئي جي نظر ڪٽي نائين
ٽان قادر ڪوٺائين ٽيندين ڪافر قادر بخش چوي

(۲۳)

جي شرم نہ ڪرين شرع جو چو پٽيا سڏائين پير
الله ڏانهن تي آنڌارو هت ظاهر زهد فقير
آئي پهر اُباٽڪو رهين دنيا ڪاڻ دلگير
ماتم گهرجي محبت ۾ تون ڪليون پئين ڪير
هئي هوءَ هٿون ويئي تو ڪري قابو نہ ورتو ڪير
اُهي ٽيندا عشق اميرجيڪي قادر بخش ڪُسي پيا

(۲۴)

جن پير سڏايو پاڻ ڪي ٿيا عشق ڏانهن عامي
ڏسي مراد مريدن جي ٿين انڌا اُيامي
سنتان سڀ وساريون ٿيا دعوت جا دامي
نظر رکي نذراني تي پوءِ هت ڪٽن حرامي
شريعت جا شيطان تي نيون رسمان ڪن رامي
ڪنئي پاڙين بدنامي قادر بخش! قيامت جي

(۲۵)

ريءَ معرفت مريد ڪري سو شريعت جو شيطان
الف نہ علم يقيني ڄاڻي گڏهہ منجهہ گمان
دغا باز دنيا ڪاڻ ڪيو شرمندو فقير جو شان
ڏئي قادر بخش امان جو اهڙو رب نہ رستي ۾ گڏي

(۲۶)

ملان وٺي مردار منهن ڪارا ٿا واعظ وڄائين
ڪاڻ خدا هرگز حرف نہ هڪڙو پڙهائين
پلا پاڪر دعوتيءَ ڪي پيارئون پيا پائين
فلا تنهر جا منڪر تي سڙيا سائل تڙائين
جوهہ اڙائي جنازي ڏي وري وري واجهائين
برهہ بنا بيفائدي سر سجدي نوائين
جي قادر ڪمائين ٽين ڪيميا قادر بخش چوي

جي چوين ملان محب سان ڪر ترڪ ثواب گناهہ
تسبيح، تال، مڪر مسئلا ڇڏ ٽڳيءَ وارا ٽاهہ
منهن محراب متو ڪوڙا ائين گوسائين گمراهہ
ريءَ رياضت زحمت تي ڪندو ڪلمون قلب سياهہ
ذرڙو وٺ تون ذوق جو جنهن سان اندر ٻري آڙاهہ
پوءِ قادر بخش نگاهہ ايندوَ ڏيو ڏيل پرين جو

(۲۸)

دُنيا ڪاڻ دئوسن؛ شاعرن لڄايو پنهنجو شان
هٿ لاٽيون ٽا لنون لامڪان جون؛ هُت هڏي ڪاڻ حيران
لالچ ڪاڻ لچن جي؛ ڪن ساراهہ بيت بيان
پٽ جان پوڪن پيسي ڪاڻ؛ توڙي اڳيون ، هجي خاندان
حرف نہ ڄاڻن حقيقت جو، عاري ڏانهن عرفان
هڻ نہ قادر بخش! زبان؛ تون بہ شاعر منجهہ شمار جي

(۲۹)

شاعر اُهي جيڪي شوق پيا راتيان ڏينهان روئين
واحد تين منجهہ وحدت جي؛ ڌهن دست دوئيءَ ڪئون ڌوئين
سي ڪل زهد قناعت سان ڪٽ سيني جي سوئين
نفي ڪري ناموس نزاڪت خاڪ لڳين لوئين
عرش منجهئون عرفان جا موتي پيا پوئين
ڪنڌ ڪين ڪي ڪوئين؛ رهن قادر بخش! فڪر ۾

(۳۰)

شائق شوق شراب پي هو مست رهن مدام
رات گذارن روڄ ۾ نہ ڏينهن ڏسن آرام
سقر جي تنهن سختيءَ ۾ نت رکن تانگهہ تمام
تائين قادر بخش! قيام سي جنگ نہ جاڳن ننڊ ڪئون

(۳۱)

عاشق در الله جي ڪن حيلا لک هزار
ڪي زاهدَ زهد عبادت ۾ ڪي برهہ ۾ بيمار
ڪي مست رهن ميخاني؛ ڪي بيت الله بيدار
ڪي قابو پير پرستيءَ ۾ ڪي نبي نور نظار
ڪي پنجن تنن ۔ جي پيار ۾ ڪي چئن يارن جا يار
جيڪو سونهين ستار سو تہ قادر بخش! قريب تي

(٣٢)

برهه نسوري باهه جيڪو ساڙي سڀ اسباب
سڀ خام خوشيءَ جا خيال تڙي ترت شتاب
سينو انهن جو سهندو جيڪي عشق جا ارباب
تي قادر بخش ڪباب، جو ٿيئين قوت پرينءَ جي ڪتن جو

(٣٣)

ناس سسي حواس ڪر تڏهن حاصل ڪرين حق
جي ماٺين مراد فنا جي ڪر فرق وصل فراموش
پاڻ وساري پاڻ ٿيءُ، ڇڏي طلب جو جوش خروش
ڪر نينهن جو پيالو نوش جي قادر بخش قربان ٿين

(٣٤)

طالب تاڻ نه ٻئي پاسي، وڃي هڪڙي سان تي هڪ
رمز ڇپائي راز تي، ڍورن جان نه ڍڪ
وحدت سنديءَ واديءَ ۾ ڇڏي لوڪ وڃي لڪ
ماري قادر بخش! مِڪ، ڪر قادر قابو پاڻ ۾

(٣٥)

طالب واٽ طريقت جا تي فنا في الرسول
احديت ڪي اوٽ ڏي، وٽ وحدت واٽ وصول
احدؐ پيو منجهه احمدؐ ۾، ٿيو نُورئون نقش نزول
ٿيو قادر بخش! قبول جڏهن محو محمدؐ ۾ ٿيو

(٣٦)

بنا نينهن نياز جي اٿي محب ملڻ ته محال
جي تعليمي جي طرز سکين ته رک رستي خاصو خيال
جنهن ڏِگ آئين سو ڏگ وٺ، اٿي واٽان سڀ وبال
ٿينديِن قادر بخش ڪمال پارت پيغمبر جيءَ سان

(٣٧)

عاشق ٿين ته عالت جان ٽپ ٻشانگي ڪئون ٻسڻ
انڌي اڳيئون آئينو آهي ڇيٽين ڪئون ٻه گهڻ
رن روڳيءَ اڳيان ويهي تون نه ڪنا پاتيون چڻ
قادر بخش! قادر ڪئون منهن نه مٽ، متان قيامت ۾ ڪسو ٿيئين

(۳۸)

علم سواءِ عشق جي اتي آنڌارو ويل وبال
عالم دُنيا دوست آن؛ هي هي ظالم تنهنجو حال
حال بنان قيل قال؛ فقيري آهي دمدني دجال
سوز پريا شوڪارا ڏئي منهن ڪارا ميڙن مال
ذڪر ڇڏي ذڪر ڪاڻ ڪن هي هي هو هو جا تال
ٿيندءِ قادر بخش! ڪمال جڏهن پيائيءَ ڪي پوڙي ڇڏين

(۳۹)

پردو پرين جي پار ڏانهن آهي مانع مخدوهي
شيخي شان ۾ قدر قضا اتي موڳا محرومي
عار عذاب النار پجهي تو محشر مظلومي
جن ڪي محبت معلومي سي قادر بخش! ڪيئن ڪفر ڪندا؟

(۴۰)

ڪڏهن تہ عالم لدني هان پر ڪڏهن آهيان نادان
ڪڏهن برهمڻ ساڌ سڏايان؛ ڪڏهن پڙهان قرآن
ڪڏهن تہ لانگهن خاڪ لتڙجان ڪڏهن متي آسمان
ڪڏهن نہ پر سان ڪو ويهاري ڪڏهن ساهن جو سامان
ڪڏهن گداگر گودڙيو ڪڏهن تخت متي سلطان
ڪڏهن تہ آدم ظالم هان ڪڏهن رحم پريو رحمان
ڪڏهن وجودئون ويسارو ڪڏهن هستيءَ ۾ حيران
جي تو ڪريان بات بيان تہ ڳسجان قادر بخش چوي

(۴۱)

الله عالم ۾ ڏئم؛ جنهن جي هت نہ جاءِ
آمن ريءَ اوکو ٿي؛ آهي رخ جي هر جا جاءِ
تون نہ پائين تنهنجو ئي تو وٽ آهي سڀ ڪنهن جي ساءِ
خود قادر بخش خدا جي پردو ڪٽين پاسي ڪرين

(۴۲)

سڏ نہ سمنڊ جي پوي؛ آهي قلزم ڪارونيار
مشڪل منجهہ ملاح رهن نين ڪشتي ڪين ڪنار
جنبش منجهہ جهازن جا ڪري تختا تختا ڏار
ڪرين پاڻيءَ منجهہ پسار تي قطرو قادر بخش چئي

(۴۳)

سمنڊ سارو سير آ ناهي قلزم انت قياس
ماريون وجي ملاحن کي هيبت هونگ هراس
اونهين کين عميق ۾ ڪيئي ناميان تي ويا ناس
پوءِ باسي سر جي باس پئہ ڪاهي قادر بخش چئي

(۴۴)

ناهي سير سمنڊ کي؛ آهي سمنڊ سارو سير
ويڙهو ئي اوڏانهن وجي جاڏي وريس وير
موجان موجن کان متي ڏسي اُتي ساهہ سَرير
پوءِ قادر بخش فقير سارو سمنڊ سمايو

(۴۵)

ٻانهنِ ٻڌڙو ٻانهو هان؛ منهنجي ٻي ناهي ٻولي
ڪرم ڪر لنگهہ اڳڻ اسان جي ٽاٽي ساڻ ٽولي
سرها سير سينگار ڏسان؛ هبڪار سندي هولي
ڪر سائينءَ لڳ سولي هن قادر بخش جي قرب سان

(۴۶)

عاشق ابتر حال پنهنجي ڏي هڪ واري ڏس تون نيڻ ڪٽي
پرون ڪمانون تير تڪا اولاري ڏس تون نيڻ ڪٽي
سرڙي سيف ڪجل جي ڪاري ماري ڏس تون نيڻ ڪٽي
قادر بخش ڏي منهن ماهي سينگاري ڏس تون نيڻ ڪٽي

(۴۷)

نازڪ نينگر ناز منجهان تون اڄ ڪٽي نيڻ نهار
تاز تنهنجو ڏسي نيڻ منهنجا نت نت وهن نار
جاڪون جوش ٿيو دل جاري ڪيو اکين کين قرار
ڏسي عاجز جو آزار خوش ڪر قادر بخش کي

(۴۸)

نيزا نيڻ لنگهائي سيني دلڙي پئي ٿڙڪي
ڪڙڪن هڏ پاسريون ڪمال ڪڙي ڪڙڪي
جڪندي جڪندي جيءُ جهري پيو ڏسي ٻول لبن لڙڪي
دُر داٽي دَر دڙڪي قادر بخش ڪنبايو

# سسئي پُنھونءَ جا بيت

ھوش رکيئي نہ ھِندياٽي، تنھنجا ھوت نہ ھُئا ھم قوم
جاڳينءَ ڪين جتن ڪاڻ، ويئي نھوڙي نوم
تَتجَافَا جُنوبھُم، تڏھن لائق ٿين ھا لوم
ٿيا ثابت تن جا ثوم جيڪي جاڳيون قادر بخش چئي

(٢)

جي جاڳين ھا تون جار ڪري، چو رُلين ھا منجھ روھہ؟
اوجاڳن جا اوچتي آيئي اڪين سر آنبوھہ
سمھڻ جا تو ڪئون ساٿ ڏٽي ڏمري پچندءِ ڏوھہ
سي لڳين جھليندين لوھہ جن قادر بخش قرار ڪيا

(٣)

ڏير سڏائي ڏينھن جو ٿيا راتن جا رھزن
وَسئون نہ وَر ويڻ جو ھو پر دوست ٿيا دُشمن
ڪاٽي چايس ڪاٽي آيس؟ ويجي ڪاٽي ٿيم وطن
ڏيندس ڪيچن ڪارڻ ڪن، ويجي ڪوھہ ۾ قادر بخش چئي

(٤)

چاڻ نہ مون ڪنھن ڇرم جي، آءٌ ڪاٿئون جي جائي
ٻانيڻ خان ٻروچ سان آٽي آمر اڙائي
پيٽيون پينگ پنيور ۾ مون کي پيڻ نہ ڪو پائي
جيڏيون! ناتي نِوائي ھلي ڪيچ ڏي قادر بخش چوي

(٥)

ھيءَ نہ ھِت رھن جي ھئي ڏاڍ ڪيو ڏيرن
وَر وٺي ويساھہ ڪري ويا، واقف نہ ويرن
سرتيون! ساٿ سنجھي ويو، آءٌ سونھين نہ سيرن
شل پھچي ڪيڏ پيرن، چئي قادر بخش قريب ٿيان

(٦)

پھتس پنھل چام ڪي، ھڪ دُور نہ ٿيندس دم
گورن سان گڏي وتان، ڪندس اُتن کي آب آم
ٻانھين ٻروچن جي، ڪنديس ڪيچئيڙن جو ڪم
ڪنديئي قادر بخش! ٿي خادم خان ٻروچ جو

(٧)

اصلئون آريءَ ڄام جي هُيس خاصي خدمتگار
گهر ويٺي هُيس گهوٽ سان؛ اڄ دوست ڪري ويم ڏار
بيواهيءَ ڪي برهن جو آيو سِر تي ڀاري ڀار
شل خان نہ وِجهيمِ خار؛ هن ڪمينيءَ سان قادر بخش چئي

(٨)

سرتيون چون سسئيءَ کي آٿي سفر سارو سُڃ
ناحق ٻي ننگ ڪاڻ ڇو رُلي مرين رُڃ؟
پٽڙ پاٽي ڪونهي ڪو؛ اڳيئون اوکي ٻجهي اُڃ
ڏئي پانڌي پٺي پڇ؛ ڏنائين ڪيچي قادر بخش چئي

(٩)

جانب ڪاڻ جبل ۾؛ جا ٻوليون ٻُڌم ڄام
سارو ڏينهن ستان ڏيندي سج لهي تيم شام
سڄ ۾ ساري رات جو اچي اکين نہ آرام
شل ڇلي ايندم ڄام ڪاف ۾ قادر بخش چئي

(١٠)

قربئون ڪيچيئڙن ڪاڻ هئي منڊ گهٽي ماندي
تيلاهون پئي توڏن جان هوءَ پري جي پانڌي
ڏولائي ڏک ڏونگر ۾ ڪٽي ايرادي آندي
تي پنهل پيراندي وڃي ڪيچ ۾ قادر بخش چئي

(١١)

ٻانيڻ ٻاروچل ڪاڻ پئي جهاڳي منجهه جبل
سچي سڪ سفر ڪريو؛ تي تيار ڪري توڪل
اڳيئون آيس اوچتا؛ اکين اوکائي آڙ وَل
رهڙ ٻنان ريخ جي روهه ۾ رلي منجهه رَمل
وار ڪيون ور لئي وتي ووڙيندي وهل
لُرڙي لوهيس لحم لڳن؛ ٻيو رهڙيس روهه جبل
بر ۾ بد بلائن جا ڪيڏ ڪاهي پيس ڪرڳل
آهي قادر بخش! ازل منجهه سورن وِڌي سسئي

(١٢)

سسئيءَ ڪي سورن ۾ سنگت نہ ڪا سس هئي
هيڪل هلي سسئي هوت ڏي سات پنيان سسئي
محبت هيس محب جي؛ من منڊ نہ پنهنجي وس هئي
سوين سور سختيون سهي چئي قادر بخش قريب تي

(١٣)

سور نہ ليکيا سسئيءَ؛ هيس ساهہ گهيٽري سِڪ
بيوس برهہ بيحد ڪئي؛ تڏهن چپر تيڙس چِڪ
هيڪل هلي هوت ڏي؛ هو تہ لوڪئون سڻي سِڪ
پڏي سندرو سچ جو لتين وئي لتاڙيندي لڪ
سات پچائي سسئي ڪٽي قادر جي ڪلڪ
هُتي هوت سان تي هڪ؛ هن جي قبر قادر بخش چئي

(١٤)

جيڏيون! شهر پنيور ۾ ايندس ڪين وري
گورن جي گمسان ۾ ويندس گوڏن پر گهري
ڪيڙي تي منجهہ ڪرهن جي؛ ڏيئي توڏن تڏ تري
تڙندي تڙندي تڏن ۾ تيان اڳرئون اڳري
توڙي ڏڙ لتڙ ۾ ڏار ٿئي؛ گڏ ويندي سا تہ سري
جانب ڪاڻ جتن جي پوندس قدمن سر ڪري
مهو ڳاريندي هاڙهي ۾ ويندس هوتن ساڻ هري
سا پهتي منڊ مري وچي ڪيچ ۾ قادر بخش چوي

(١٥)

ويندڙ ادا! انهيءَ واٽ سان ڪي ڏٺئي جت جوان
ڪاڏانهن ويا ڪيچيئڙا؟ ڪيڏ ڪهڙيءَ واٽ ويجان؟
ادا! من اوچتي ڪنهن لانگهي منجهہ لهان
تي قادر بخش قربان؛ مانَ گولو ساڻ گڏيون وڃن

(١٦)

ادا ڙي اوٺيئڙا! الله لڳ مون ڪي ورتيون وچ ساڻ
ڪندس پنڌ پنهل ڏي؛ آءٌ پانڌيئڙي تي پاڻ
سفر ساري سات جي ڪيڏنديس ڪيچيئڙن ڪاڻ
شل پوندي چام ڪي چاڻ ڏسي گولي گنهگار ڪي

(١٧)

ڏئين گولي گنهگار ڏي، منهنجا سور پيا سڀ صاب
هن لاشي مئيءَ کي لک سال ٿيا، اچي پوندم ساهہ شتاب
ڪمينيءَ سان ڪيچ ڏٺي شل ڪندو ڪين حساب
عالي جت جناب هن کي بخشيندو قادر بخش چئي

(١٨)

پياري هيس پيءُ ماءُ کي، تڏهن تن ڪئون پيس پري
سانگي جت جدائي پيس، آئي اُيئون اَرٽ اري
ٻانيڻ ٻاروچن جي هئي، ڪٺي ڏوڀي ڏيءَ ڏري
رسيلي تي رنگ نروٽ پئي، ڪيچي ڪيچ ڪري
ٻانيڻ ٻاڻ ٻروچ پيو، راتيان ڏينهان روز ٻري
ٻڌي ڳالهيون ڳوٺ ڳري، ڪجهہ ڪيچ جون قادر بخش چوي

(١٩)

ڳرندي ڳرندي ڳوٺن ۾ ڪٺي نينهن ڪيو نشان
پڇائيندي پرت جي ڪئون اچي لڌي جت جوان
لکيل لائئون لهي ڪري ٿيو ٻانيڻ سان خوش خان
سهاڳ لڳس سر سيج تي، تي پاڻ سسئي سلطان
سرها سرخ حنائي هٿڙا، لالي لب پائي پان
هن هئي سڌ سورن جي ڪان، ڪجهہ قادر بخش! اڳتي جا

(٢٠)

سڌ سورن جي ڪانہ ڪا هئي سسئيءَ کي ساري
ساجهر سسئي سيج تي، هوءَ ور سان ويساري
ڪاهي آيس ڪيچ ڏانهن، ڪي چور چوري چڪاري
ڪانڌ وٺي ڪنهن اتڪل سان، ويا ڇڏي ويچاري
سمجهہ نہ هئي سيڻن کي، ڪري ڏوہڙ ويا ڏاري
ڪيائون قادر بخش! گهاري، جو ننگ ڇڏي ويا ننڊ ۾

(٢١)

سسئي منجهه صندوق جي، ڪٽي لکئي لهواري ڪئي
پيڻگهي منجهه پاتال لڌي سا پرت پئي
درد پري تنهن درياءَ ۾ وٺي وهندو وير وئي
ڇمندي لاءِ چڙهي ڄام جي هوءَ محبت منڊ مئي
پيٽيون بر پنيور ۾ اچي نينهئون ناز نئي
جيڏيون توڙئون تانگهه تئي، پئي ڪشالي قادر بخش چوي

(٢٢)

ڪيچ وڃي تو ڪاهيون، جي چڙهي ڏسان ڏونگر
اديون آهن اڳيري ڪيئن پهچان تن ڪي پر؟
ڪوڪارا هن ڪمينيءَ جا ٻڌن نه ٻيهر
سٿان ڏنم ساٿ ڪاڻ: ڪيا پٿون پير پٿر
هاڙهي پنڌ هٽي منهنجا هڄ ٿيا هيڪر
آخر اڳتئون ساٿ جا ويا نڪري ڪوهه ڪڪر
سج لهي سانجهي ٿيو، ٻيو رات رهيس منجهه ٻر
تڪيو تڪيم ڪو نه ڪو، هٿ بنان سڪ ثمر
سرتيون! سواءِ ساٿ جي وڃي ووڙي لهندم ور
لڌائين قادر بخش! قدر جڏهن هيڪل ڳڏي هوت سان

(٢٣)

پنهل جي پريت جا مون ڪي پل پل پوَن ٿا پُور
ساڄن جي سڪ ۾ چڙهي جان رهي ساڻ سُور
گهوٽ ڪاڻ گهٽ گهاٽ ۾ ڪٽي گهرندي ڪنديس گهور
من محب ڪري منظور هن ڪمينيءَ ڪي قادر بخش چوي

(٢٤)

هيس هڪ پنهل سان، جيڏيون جاڙ ڪئي
ننڊ ۾ ناز پلنگ پيو، سر نڌر نينهن نئي
هيٺيءَ جي هن هوتن سان ڪي پهلو پرت پئي
جنهن دل تانگهه تئي سا ڪيچي قادر بخش چوي

(٢٥)

ساڻ پٽيان سسئيءَ ڪيا حيلا هنر هزار
جوشئون ڪاهي جبل پئي؛ جاتي بلائون بيشمار
ڏونگر ڏاريس پير؛ پٿون، لتڙا واري تيس وار
چاڙهن چالاڪي پڳس؛ ڪٽي لاهن ڪئي لاچار
رلندي رلندي رَندن تي تي گس گهٽي ۾ گار
ڏُکايل جي ڏُکڙن جو پيو ڏونگر ۾ ڏَهڪار
وڻن ۾ وتي واڪاريندي؛ سڏڪي سئو سئو وار
پٽر پگهري پاٽي ٿيا؛ جاتي نار وَهايا نارَ
ترس پيو تن ترس وارڻ ڪي ڏسي عاجز جو آزار
رڻ وٺائي وات چڏي پُني ساٿ ڏٺي سردار
پهچي پنهل چام سان ڪيائين قبر منجهه قرار
جن جي سڪ سچار تن ڪاف نہ قادر بخش چوي

(٢٦)

ساجهر اُٿي سيج تئون هوءَ ڪنيون نيڻ نهاري
سٽان ڏيندي سيرن ۾ ڪيون ور ور واڪاري
ٻاجهاري جي ٻاڪارن جو پيو شور شهر ساري
ٽيٽا هٿ ٽِڪڻ تي منهن مٿي ماري
ڳُڙ ڳاڙيون ڳوڙها پئي ڳوٺ ساري ڳاري
ڪيئن قادر بخش! گهاري جو لڳس ٻاڻ ٻروچ جو؟

(٢٧)

لڳس ٻاڻ ٻروچ جو، تڏهن ڪيچ هلي ڪاهي
ساهہ ڪٽي چوي ساهيڙين سان الله تو آهر آهي
ويندس رهندس ڪين ڪي؛ هٿ گهوٽ بنان چاهي؟
سواءِ صلاح سڄڻ جي پيو ٿاهہ نہ ڪو ٿاهي
پئي محبت جي ماهي؛ منڌ ڪيچ جي قادر بخش چوي

(۲۸)

چڙهي جبل چوٽين تي نينهئون نار نماريو
تاڙو ڏيئي تنهن ترهي ۾ تابئون تنهن تنواريو
ڇپر سارو ڇولين سان، ڪٽي جوءِ ڳوڙهن سان ڳاريو
گهوٽ ٻنان سسئيءَ گهر گهڙي نہ هڪڙي گهاريو
جڏهن منڊ ڪي محبت ماريو، تڏهن قادر بخش قريب ٿي

(۲۹)

ساهہ جنهن جو ساٿ سان، تڏهن ڪاهل ٿي پيس ڪر
سندرو ٻڌائين سڪ جو، تني ڪوشش ٻيس ناڪر
سج ۾ سسئي ساٿ ٻنان، ڪري ڪونجن جان ڪر ڪر
ملي هوت سان هيڪر، سا ڪيچ ۾ قادر بخش چوي

(۳۰)

نازڪ نينهن پرينءَ جي هوءَ چاهہ ڪٽي چائي
پهلي پور پٽر ۾، ٻي اوڪائيءَ ۾ آئي
ڪارو ڪوهہ ڪلور ٻجهي، جاتي ڪپائن ڪائي
ووءِ ووءِ! ڪندي وات نهاري، ور ور هيس وائي
پيير پٽر ۾ پيادي، ڪٽي گهوٽ گهائي
رت ٻريا رُخسار رنگينا، ڇتن ۾ ڇائي
درد منجهئون دانهون ڪري، من پوي ڪيچن ڪن ڪا ئي
ڪاف ڪشالا ڪيچ جا، آٽي تن ۾ امر آڙائي
پنڌ پري جو پاٽي پٽ نہ رُجن روهہ رُلائي
قادر بخش! ڪمائي، سڀ سڪون سسئي صاب پئي

(۳۱)

امر ساڻ الله جي وئي لنگهي لڪ لڪين
آڏو آڙ آيس ڪانہ ڪا، ڪٽي رب رکين
محبت ۾ منڊ مست وئي، ڏٺائين اوکي ڪين اکئين
سلامت پهتي ساٿ ٻنان، پنهنجي پنهل جي پکين
ڪئي ڪيچي منجهہ ڪکين، قربئون قادر بخش چوي

(٣٢)

ڪيچيڙن جي قرب جي مون کي ڳل پئي ڳاري
پيٽيون! ياءُ وٺي ويا، هيءَ ڏار ڪري ڏاري
سنجهي ساٿ وڃڻ جي سڌ نه هيم ساري
هو ٻروچا آءُ ٻانيڻ هيس، ڪئي لکي لاچاري
ڪامڻ تڏهن ڪشالي پئي، هئي محبت جي ماري
کو قادر بخش! ڪاري لڳس ٻاڻ ٻروچ جو

(٣٣)

لڳس ٻاڻ ٻروچ جو، تڏهن ترتئون تي تہ تيار
گهوٽ ٻنان هٿ هڪ گهڙي ڪيو گهايل ڪين گذار
ور ڇڏي هٿ ويهڻ آيو عيب تنهن کي عار
سسئي سارو سچ هئي، تڏهن جوءِ ڪيو تي جار
پرتئون پڇائيندي وتي پئي ساٿ پنهل جو پار
ڪيائين قادر بخش! قرار پوءِ پسندي پنهل ڄام کي

# سهڻيءَ ميهار جا بيت

مينهن منجهه ميهار جي آهي هر دم مهر
مِهر ميهر هڪڙي آهي صورت سڀ ميهر
هيٺيون هڪلي هٿ سان هٿ هونگاري ميهر
پوءِ. مينهن منجهه ميهر تڏهن قادر بخش ڪا ڪل لهين

(٢)

ڪنڌيون ڪناري تي ڪڏي پون ڪاهي منجهه ڪني
کي سڏيون وڃن سير ۾ کي ڪڙڪن سر ڪني
راتيون رهن ريجاڻ ۾ اچي ڏِين ڏينهن ڪني
ٻڏي ميهر ڪوڪ ڪني، رهن قادر بخش! قرار ۾

(٣)

ميهر مهر ميهار جي سڀ ٻيلو پيو ٻهڪي
چاهئون چت چريو ڪيو، ڪٽي چونرن جي چهڪي
سهڻيءَ جان سينگاريون سَوَ سير نہ ڪا سهڪي
جن دل نہ ڏهڪي، تن قادر بخش قريب آ

(۴)

مينهون قرب ميهار جي، تڏهن تريون تي منهن تار
سي سُانگي سلامت رکيون منجهئون سير ستار
چڪ جهڪ چڙهيون چونريون اچن ڪنڌيءَ سِر ڪنار
رهن قادر بخش! قرار ميهار سنديءَ ماڙ ۾

(۵)

سالڪ انهيءَ سير ۾، جيئن سمنڊ ۾ سُئي
وحدت سنديءَ وير ۾، هت نڪو دام دوئي
تنهائيءَ جي تار ۾، ڪا هستي هوءَ هئي
پوءِ مان تن جي مُئي جيڪي قادر بخش! قريب ٿيا

(۶)

سهڻي ساهڙ يار ڪاڻ، تري ٿي تارئون تار
ڪاهيون ڪنن ۾ پويون، توڙي تري نہ جاڻي تار
چرڪ نہ آڻي چر ڪئون، هيس تڳا ميهر تار
هاڻي تارئون اچي تار، قربئون قادر بخش ڪي

(۷)

سرءُ لڳي سَرَ نسريا، ڪڏيا گوش گنگن
لعلي لات لنوَن ۾ ڪريو، گهوگهو سر سنگن
ٻينن تن تپايو، وڏو دل کي چاڪ چنگن
هاڻي قادر بخش! ڪنگن، ٻيلي کي ٻهڪايو

(۸)

سڪ وارن کي سير ۾ ناهي غرق ٿيڻ جو غم
ٻيلي سمجهن شير ٻلي تن قطرو نظر قلزم
ڏٻڪن نہ دم ڏيڻ ڪئون تن نوَن ڪين قدم
ڪيئن قادر بخش ڪرم، منجهہ مشڪل مِهر ميهار جي

(۹)

سجڻ جا سڪرات ۾ سڳا ٻڌائون
ميلاپي جا موت ۾ وٺي وڏائون
پوءِ لعلڻ لڏائون قبر ۾ قادر بخش چوي

(١٠)

سهڻيءَ جان سَوَ سوز ۾، پيون ميهر ميهر ڪن
تريون وچن تڪ تاب ۾، ڪيون ڪوڪ ميهر ڪن
سير سينگاريون پوي ڪين ڪي، نہ ئي ڪنبايو ڪن
لڪيون قادر بخش! نہ ڪن، مليون چوريءَ محب ميهار ڪي

(١١)

ميهر هٿئون محبت جي، ڏنئون سُرڪ سهڻيءَ ڪي سوز
تڙ نہ جاچي تار ۾ نہ رات ڏسي نہ روز
دڏڪا دوڏت ڪن، ڪيهر پائين گڏهہ جو گوز
جا هئي عشق آموز، سا ڪيئن ڪنبي قادر بخش چوي؟

(١٢)

سهڻي ساجهر سوز ڪئون، ڪٽي دلو دَستِ هلي
پرهين تنهن پاتار ۾ پئي پاري ڪين پلي
سوچ سچي ڪچ ڪن نڪا، ويس نڪري دست دلي
سير سري وات ۾ ڪيو منڌ تي ميل ملي
ڪچون ڪاري ڪاوڙ ڪئون، اچي وڏيس ڪچ ڪلي
ڄرڪي جو جنگهہ چار پيس، ڏيئي لڏڙن جهڙپ جهلي
سڪ سوا تنهن سير ۾ تيس واهر ڪو نہ ولي
منڌ ميهر ساڻ ملي، ڪن ۾ قادر بخش چوي

(١٣)

ميهر جان منجهہ پيهر جي هو واڙيون وجهي وچ
دلئون دُڪائي دونهن ڪي، در ڏوئي ڏري رچ
پري ٻيگهڙ گهڙا سر تي رکي ڪنو متي ڪچ
تيس ارت متانهون آچ، تڏهن ڪمائي قادر بخش چوي

(١٤)

جان ڏس گهري تي گرڪڻ ۾ ڪري تيار متي توڪل
جان ڏس وري وچن ڪاڻ پٽي ڪامڻ ڪاهيون ڪل
جان ڏس تہ ماني ميهر ڪاڻ ڏي ڪٽڪ ائي ڪل
هئي ڪامڻ ڪي ڪا ڪَل، قرب جي قادر بخش چوي

(١٥)

تانگهون لنگهي تڪ تار ۾، هو تر وٽن تاريون
تڪڙو وڃي تڪ تاب، ترت ترن تاريون
پرهين پاڻي پاتال ۾ پر توڪل تي تاريون
جي دلبر ڏُتاريون، تن ڪر نہ قادر بخش چوي

(١٦)

مينهون تنهن ميهار جون هيون اوجين اربيلون
ڪل ڪنڌيءَ ڪا نہ هين، ڪچي پاڻ اچن پيليون
بيٺ بيلي پوڙاهہ ۾ ڪن اوڳر اڪيليون
تي ميهر سان ميليون قادر بخش ڪريم ڪلئي

(١٧)

مينهن ڪاڻ مهراڻ وڃهي سپ اوجهڙا اوتاريون
سرءُ لڳي سر نسريا، جاتي ٿهڪن پيون تاريون
پاڻي پاڻ پنيءَ وجهن، پيون چر ۾ چاتاريون
مِرون نہ ميهر منهن چڙهي، هٽي ڪيهر ڪاتاريون
تي توہن ڪئون تاريون قادر قادر بخش چوي

# سارنگ جا بيت

جڏهن عجز عالم جو ڏٺو، ڪئي خيال خدا جي خيز
عرش منجهئون جيئن عادت هئي، تي رحمت رب جي ريز
رائي ساڻ • رسولصه جي تي اشارت انگيز
موڪل تي ميڪائيل کي، ڪري ترت هوا کي تيز
سي رنگ سارنگ جا اُٿيا، ڪري اُہن جي آويز
تي حقيقت آميز، قادر بخش! منجهہ ڪکرن جي

(٢)

قادر بخش منجهہ ڪڪرن، آيو سارنگ ڪري ساز
سارنگ صورت رعد جي، طرفئون اُپ ڏنو آواز
ڪولي پر پسار جا ڪيائين، پردي ۾ پرواز
اُہن جي اُٺارڻ ڪاڻ، ڪيئي شتابي شهباز
سانوڻ مند ملهار جي، آيو نايون بادل ناز
ڏس رمز رباني راز، ڪيئن قادر بخش پيو ڪڪرن ۾

(٣)

ڪيئن قادر بخش پيو ڪڪرن ۾؟ اچي سارنگ جو سو سر
حيرت ڏس تہ هوا ڪي؛ تي صورت پاڻيءَ پر
پيا پيا رنگ نمونا؛ نوري نازڪ منجھ نظر
قدرت قادر جي هلايا اُيا آب بحر
ڪي ڪارا ڪري رات جان؛ ڪيائون ڪتبارن ڏي ڪر
ڪي ڳاڙها ڳوڙها گھمندا اچن؛ ڪي اچا ٽيا اظهر
ڪي ساوا چمڪن سج تي؛ ڪي پيلا زيبي زر
ڪي واڱڻائي ويس سان؛ ڪن ڪي سرمائي چادر
ڪي چانهان ڇهري سان چڙهيا ڪيون فيروزي فر
ڪي زعفراني زيب سان؛ ڪي موهيا معصفر
ڪي نِوڙي وٺا نازيءَ تي ڪي ٽري وٺا ٽر
ڪي سهجئون وٺا سنڌ تي ڪن ٽپايو ٽڪر
ڪي ڪچي هليا ڪاھ ڪري؛ تي مولا جي مهر
ڪن ڪامل ' محمد حسن' تي وجي جاري ڪيو جر
ڪوڇو ڪتبارن جو ٽيو؛ ڪڇو تازو تر
سارنگ ساز وَڄايا؛ شاهي شاهي تي هر هر
ڪاپاريءَ تي ڪرم سان اچي وٺو آب ابر
لڏو قادر بخش قدر؛ جڏهن سورنگ سارنگ جو لڳو

(٤)

جڏهن سورنگ سارنگ جو لڳو؛ تي مينهن ڪي موڪل
هوا مٿي هواءَ جي پڏيون ماڙيون ماڳ محل
چڙهي هليون چوطرف تي؛ ڪئي بدليون سر بادل
ڪاهيون وجن ڪاڇي تي لک ڪڪرن جا ڪرڳل
هئي جاتي مرضي مولا جي اُتي ڏني آب اُچل
لا تتحرڪ ذرتہ جيتر حڪم نہ چوي هل
پٽ ليٽي پيا پٽن ۾ ملي مينهن وهايا مل
آهي قادر جي هٿ ڪل؛ قادر بخش هر قطري جي

(٥)

قادر بخش هر قطري جي ٽو ڪل ڇاڻي ڪلتار
رعد تنهن جي رائي سان ڪري گاج گروڙ غبار
ڏُوڏٽ ڏڏڪا دهشت سان، جيئن دوزخ جا ڏڏڪار
جي پيل اها هڪ پهر جهلي، ڪري پرڳڻا پيزار
پر رحمت وڏي آهي رعد ۾، ڪئي پردي پالڻهار
جاڻي جلدي جوش ڪري ظاهر زور زنيار
سمجهه ته سايو صاحب جو ٿيو نازل نور نروار
ملڪ تنهين تي ماڙ تي، لڏي سائينءَ پاڻ سنيار
جاڻي گاج ڪنوڻ بار بار، رهن قادر بخش قرار ۾

(٦)

والي وَسوهي وري، ملڪ تي وسڻ ورايو
ڪاڇي، ڪوهستان تي ڪيائين رحمت جو رايو
ترڪيءَ، سنجل، تيغ جي، وَنءُ وِڄن تجلايو
ڳاڙهن، پيلن پينگهه جي، شمر شمس، قمر شرمايو
چوڏار فلڪ چمڪار پيو، چڙهڻ نور زمين آيو
سهڄئون ماڻ نه مايو، قادر بخش منجهه قياس جي

(٧)

ڪاڇي ناڙيءَ تي ڪاهه ڪري آيو، ڪڪر ڪارو ڪن
لسي ڪري لهي پيو، جيئن هيءُ نه ڏسي هن
پيل ڪري ڪاهي پيون، سي ڍِهيون منجهه ڍِهن
نئيون وڙهيون ڏاڙ تي، پيا اُبتا واهه وهن
ڪاڇو ڪوهستان ٿيو گل گوناگون حسن
شوري تي ڏاڍي شور سان، پيا ڪڪر ڪرم وَسن
منڙي منهن تائين پري چادان حبيب چمن
ٿيو قيصر مشڪ ختن، قادُر بخش هر هر هني

# ٻاونجاهه اکري (ڪافيون)

۱

آيو نظر اسان کي ماهي
هر جا ديدار تنهنجو
محبوب ڏٺم مهتابي۔ تنهنجا خوني نيڻ بيخوابي
سوين عاشق مست خرابي۔ چمڪار خمار تنهنجو

خوشبو ڏٺم بوستانا۔ نوان لالا گل نعمانا
تن تي بلبل خوش داستانا۔ ڳٽڪار بهار تنهنجو

دين ڏٺم راهه رامي۔ اکين ڪفر ڏٺم اسلامي
پردي پسڻ ۾ پاڪ خرامي۔ واهه واهه اختيار تنهنجو

انهيءَ حيرت ۾ هوشياري۔ رهي قادر بخش قراري
اها عين عنايت ساري۔ ٿورو هزار تنهنجو

(2)

آءُ عاشق پير پري
ڪو سودو سر ديدار جو
وات انهيءَ ۾ وس نه عامن۔ عبد سڏائي شاهه وڪامن
دل ۾ تسليم ڌري – ڪن سير برهه بازار جو

گونگو ٻوڙو ٻاتو تي تون۔ چئو نه ڪنهن کي چپاتو تي تون
من ناز جي نظر ڪري تڏهن راز پسين رخسار جو

شرط وصال ۾ سر آ سچارن – پاڻ وساري ڪئين پچارن
جو آيو عشق اري۔ ٿيو محو محبت دلدار جو

قادر بخش ڏي هڪ دل هڪ کي۔ ليهه لاڳاپي جي سيڙهائي سڪ کي
ڪري نقطي جي پل پري۔ تي عين يقيني يار جو

(3)

آئي مند بهار باغ جي، اڄ سجڻ ڪيو سينگار خوش
زلف عنبر لعلي لبين هٿڙا حنائي
ابرو سيف سبز خوش ۽ چشم ڪجلدار خوش

چمڪن سر چنبيل تي چند چنبيا چست وڏا
چوگان ۾ چنڊ چمڪندو هيو چرخ سان چوڏار خوش

محبُوب مستيءَ ۾ آيو ڪنيون نيڻ خماري
مشتاق ماريندو وتي ديدار جا بيمار خوش

نخري ناز غماز سان آيو قادر بخش جي ڪولهه
گلزار گهر گهٽي ٽيو خوش شهر ۽ بازار خوش

(4)

آهي مشڪل ريجهائڻ رب
سواءِ سر ڏيڻ ناهي تب

* ڪم نه ايندئي ڪيترا- بنان نينهن ندب
* پهري پيو ٿو- طمع جو طالب
* آهي نابينن نيهه رئي —سارو ايمان سلب
* عشق بنا اوجر نه ٿئي — قادر بخش قلب

(5)

آهي عشق نور ايمان پر نشان الائي ڇا؟
نالو عشق جلالي صفت بيان الائي ڇا؟

ڪائي گوشت ساڙي خيال سواءِ مهر معشوقا
ڪڏهن شعلو ڪڏهن شينهن رکي شان الائي ڇا؟

سر تاج، هٿِ ڪمان، وتي مرد ماريندو
ڪڏهن شاهه ڪڏهن سپاهه هٽي ڪان الائي ڇا؟

هڪ لحظي لڪ چڱا يلا هٽي ماري جياري
ڪڏهن مرض ڪڏهن موت ڪڏهن جان الائي ڇا؟

قادر بخش منجهون عشق ڏٺا هيا هيا تماشا
ڪڏهن ٻار ڪڏهن پيرِ ڪڏهن جوان الائي ڇا؟

(6)

آهي عشق شهنشاهه پر سپاهه الائي ڇا؟
دل عاشقن جي تخت سروپا الائي ڇا؟

وجهي زور ڳل زنجير ملائي يوسف زليخا
ڪاٿي خواب ڪاٿي عزيز ڪاٿي چاهه الائي ڇا؟

ڪيئي منصور ڪيئي خليل ڏيئي سوري ساڙائي
ڪڏهن جنيد ڪڏهن نمرود ڪڏهن آڙاهه الائي ڇا؟

انهيءَ درد جي درياهه ۾ سهڻي ميهر غرق ٿيا
هڪڙي رات هڪ برسات هڪ چناهه الائي ڇا؟

قادر بخش تي ماهي عشق پيا پيا حڪم هلايا
ڪڏهن پير ڪڏهن فقير ڪڏهن شاهه الائي ڇا؟

(7)

آهي حسن نور صفات پر هو ذات الائي ڇا؟
نالو حُسن جمالي اصل ٻي بات الائي ڇا؟

رکي اثر اسم پاڪ منجهئون لطف لطيفا
رهي صورت بنا روح ۾ حيات الائي ڇا؟

بيرنگي رنگ هزار ٿيو رنگ الاهي
ڪاٿي سرخ ڪاٿي سفيد ڪاٿي ظلمات الائي ڇا؟

منجهئون صورت انسان ڪيائين ظاهر ظهورو
ڪڏهن ناز ڪڏهن غماز ڪري مرجات الائي ڇا؟

جيڪو حُسن ۾ مزو سو ناهي حوض ڪوثر ۾
چاهي ڪباب چاهي شراب چاهي نبات الائي ڇا؟

قادر بخش بيقرار ڪيو حُسن حيرانا
ڪڏهن هِند ڪڏهن سنڌ ڪڏهن عرفات الائي ڇا؟

(8)

آزاري ڪي، بيماري ڪي
تنهنجي ديدن جي ديدار ۾
نينان نرگس جام شرابي- ابرو خنجر تيز عذابي
خيالي موت خمار ۾
لعلي لب رخسار گلابي- ڪاڪُل مشڪين دست عنابي
بُلبُل ٻنوَر بهار ۾
عيسيٰ ء عين اعجاز نهاري- جيئرا ماري مئا جياري
آب خضر گفتار ۾
قادر بخش ڪيو ديد ديوانو- مسجد نياز نظر مئيخانو
شرڪ ايمان شمار ۾

(9)

آءُ مل سڄڻ! تو ڪي ساري
ڦٽي دل فراق جي ماري
نينهن ڪيو تنهنجي نانگو- گهوريان سر ناهين ٻيو سانگو
قاصد مُنجان تو ڏي ڪانگو- ڏي پيغام پائي ڳل ڳاري

چوريان چِڪن لڳ ڦٽڙا - ڇائي چتن، ليڙا لٽڙا
ڪنين پاتم وٽي وٽڙا - سڙي جان سورن ساري

مونجهي مران ماتم ۾ - اکڙيون روئن رت غم ۾
دلڙي لُٽي هڪ دم ۾ - جادو هٽي وئين جاري

ڪري قادر بخش اُرد اسان - اچي مهر ٻريا مل ماسان
رکي ساھ سيني وٽان واسان - ٿي ڳلي ڳلي هبڪاري

(10)

آيو منهنڙو لڪائي ماهي
هر دور زماني هر شان ۾
لا مڪاني ملڪ جو مالڪ۔ شوق تماشي ڪيو شاهي
سري حڪم سلطان ۾
پاڪ پسارو ڪيو ڪثرت ۾ ۔ سهڻي ڪوجهي سرو پائي
هر صورت جي سامان ۾
ٻانهو ٻڻجي سائين سڏائي – پاڻ هدايت گمراهي
مڙهي، مسجد، ڪفر، ايمان ۾
سير اهو ڪو سالڪ سمجهي _ ڏني قادر بخش گواهي
ناهي عامن جي امڪان ۾

(11)

آيو نينهن وارن ڪي نظر ۾
حامد هڪ، محمود هڪ
مومن ڪافر نالي ڀلايا مسجد ۾ مندر ۾
ساجد هڪ، مسجُود هڪ
سائين ٻانهو پوش شريعت ظاهر هر مظهر ۾
عابد هڪ، معبُود هڪ
خالق پيو مخلوق نہ ٻي آ، هادي راڻيندڙ هر ۾
ماجد هڪ، موجُود هڪ
بيرنگ ازلي رنگ ۾ آيو قادر بخش قدر ۾
شاهد هڪ، مشهُود هڪ

(الف)

اڄ خاص خبر خوش خير سان
ڪا ڪانگل ڏنائج يار جي
* ڳڻن ٻري ڪا ڳالھ ڳڻي آ _ پرين ميلاپي پار جي
* هيڻي حال ۾ هوت بنان هت _ ڪير ڪل لهي بيمار جي
* درد وڪوڙي دلڙي ساري_ وِٽ وچون ناهي ڪا وار جي
* قادر بخش وٽ قول قديمي _آهي سچي خبر سردارصه جي

اکن اوکو اڙايو آ
بنان سِر جي ناهي بازي
اُمالڪ اوچتي ڪاهيون _ گهائن لک گهوٽ سر واهيون
سورهه سر ٽا ڏين ساهيون _ سيهه شمشير شيرازي

غازي گڏ ٿي صفان جوڙن _ ناميان نشان سر ڪوڙن
مانجهي منهن ڪينڪي موڙن _ تکا ميدان ۾ تازي

موڳا سرمست ماتم ۾ _ غرق سارا وتن غم ۾
روئن رت زار دم دم ۾ _ ريڊا رب سان هم رازي

صوفي دل صاف ڪي صورت _ نظر محبوب جي حيرت
ڪيو قادر بخش ڪي عبرت _ فلڪ سر سير پروازي

(3)

اصل آءُ غير نه ڪو ئي
جي تون ڪرين اعتبار
* ناهه ڪري وڃ قيدون نڪري _ دوئيءَ ڪي ڪري گم گار
* پاڻ ۾ پاڻ سمائي ڏس تون _ آهي الله جو اظهار
* پردو نسبت جو پري ڪر تون _ ساري تون سنسار
* قادر بخش! وجود وسارج _ شرڪت ناهه شمار

(4)

اکن آٽيون اوکيون آڙيون
جاني تنهنجو جادو جوڙ سان
روز رساماں محب نه گهرجن نِوي _ وئين جيءَ ۾ جادو جڙيون
ماهي موهيئي منهن موڙ سان
ڪيفي ڪجليون ڪيس ڪمائين نوي_ ڏاڙا ڪري هٽن ڏڙيون
گهريون گهائن ڪني ڪوڙ سان
جنهن ڏينهن لاڪون منهنڙو مٽي وئين _سوز واريون وڃن سڙيون
جهوري جهجن نينهن نهوڙ سان
قادر بخش ڇٽي دلبر دل ڪي الو _ قابو وڌئي ڪنڊيا ڪڙيون
زُلفن واري ڏنگي ڏوڙ سان

اڳي هيڙس لامڪاني
هاڻي تيس اظهار
0 واحد هيڙس ملڪ وحدت ۾ _ پاڻ ڪون تيڙس ڌار
0 ملڪ مڙيئي هو آنڌاري _ نور ڪيم نروار
0 هيڪل هيڙس هڪ گوشي ۾ _ سير ڪيم سنسار
0 قادر بخش تو گولو سڏائي _ اڳي هيو سردار

(6)

ادا عُمرا! عيب نہ آچ تون
منهنجو ويڙهيچن آ ور
0 ماءُ ڀنهين جي ٻي هئي _ پڪ ڀائيان هڪ پدرَ
0 هڪ تڏي ڀاءُ ڀيڻ سان _ پوءِ ڪندو ڪين گذر
0 لوئي لڄائي لوڪ ۾ _ ڪٺان ڪانڌ اڳيون ڪيئن ڪر
0 ساريون سانگن ڪي سدا _ ڪيم جاري نيٽي جر
0 قادر بخش چئي منلا! وڃي ٽريچياٽي ٽر

(7)

اڇي ڏس حال منهنجو يار
محبت ماريس ڳٽين ڳاريس نيٽين وَهن رَت نار
* واٽ وصل جي نت تي نهاريان _ دلبر لئي ديدار
* حملي حجر جي اڇي ڪيو عاجز _ لحظي لحظي لاچار
* طاقت تن ۾ ناهين رت رڳن ۾ _ برهہ ڪيو بيمار
* قادر بخش چئي ڪرمئون ڪيو ڪا ساجن سگهڙو سنيار

(8)

اها رمز رانول جي ساري اسرار اکن ۾
عشق جو آيو نظر اظهار اکن ۾
محبوب جو نظارو عاشق پسي پسارو _ سمجهڻ ۾ آيو سارو سنسار اکن ۾
محبوب من ۾ ويهي رخسار روح ريهي _ چٽنگان پتنگ ۾ پيهي چمڪار اکن ۾
سرخي لبن ڪي لائي ڪري ناز نئون نوائي _ مرڪڻ سان من مسائي آزار اکن ۾
قادر بخش! سمجهہ ساڳي جنهن جي رمز ڪيو آ راڳي _ لايون لوَ رهي تو لاڳي ديدار اکن ۾

(9)

اُھو واھ سدورو وار ايندو
جڏھن يار ڪري سينگار ايندو
لعل لڱين سِر سُرخي لائي _ ڪاريون زلفان مشڪ ملائي
نازڪ نيڻين سرمون پائي _ بجلي بدل بھار ايندو
نازڪ پازيب، نورا ڪڙيون _ لعل ھيري دُر موتي جڙيون
زرد زنجيرون لاڏئون لڙيون _ چمڪ چمڪ چمڪار ايندو
ساري سرخ پوشاڪ گلابي _ ڳل پشوازي رنگ رومالي
لعل جتي پاسر دوشالي _ گولڻي گھر گلزار ايندو
دوست وٺي دل دوستي وارا _ سينو سيني ڳل ڏئي ڳارا
سور سڏايا ويندا سارا _ قادر بخش قرار ايندو

(10)

اڱڻ اڄ ناز سان نئون نئون
سڄڻ سينگار ڪري آيو
زلفان رخ سرخ سر سوسن _ مرچا ٻڌا لعل پريورن
نرگس شان نما گلشن _ گھتي گلزار ڪري آيو

سرخي لب لعل ڏند چمڪن _ بڪي بجلي وصف ون ون
ورھ جي وچ وڏي عاشقن _ چھري چمڪار ڪري آيو

چھرو چوطرف گل چودان _ حنا ھٿ خون جگر جند جان
سوين ٿيا ھوش سڀ حيران _ شاھد شرم سار ڪري آيو

قادر بخش مئي جو مشتاقي _ سڪايل جام لب ساقي
نشو پي پٽ ٿيو باقي _ خمر خوش خمار ڪري آيو

(11)

اڄ رات آيم خواب ۾
مون پايان ننڊ جاڳ ھي
منھن ڏسڻ لائي ماندڙي _ سوسال سڪندي عذاب ۾
اکڙن ڏسي عيدان ڪيون جيئن اُڃايل آب ۾
جندڙي چٽي منجھ آڳ ھي

نئون ڪري ويم نينهڙو _ تنڙو وجهي تڪ تاب ۾
شادي غمي گڏ هڪ گهڙي آيون بندي جي باب ۾
جڏي لنو پرين جي لاڳ هي
هٿ حمايل يار ڪي _ لب لعل سرخ گلاب ۾
ٻولي سباجهڙي ٻولڙي پوءِ چا چوان ها جواب ۾
اڳي دل رليل بيراڳ هي
ٻن جدائي جا ڏينهڙا _ جانب ڇڏي ويو شتاب ۾
قادر بخش لائق ناهين ڏک ڏيڻ ڏوراپا عتاب ۾
پيو هٿ پرين جي واڳ هي

(12)

آڪ ٿيا تہ انار سجڻ تنهنجي سانگي

ڪرڙ ڪڪوريا ڪنڊيون ۾ ڪانڊيرا، گم ڳچيءَ تي ڳتڪن ڳيرا
ڏار وجهن پنهوار _ ڇيلن ڪي ڇانگي
بادل بجليون ڪيون برساتيون _ پٽ تي پيرون ڏاتيون ذاتيون
گاهن ڪئي گلزار _ چنا گل چانگي
هر هڪ ٻوٽي پير ٻبر ۾ ڪوٽ ڪاپاري ساري تر ۾
حُسن جا هُٻڪار، سدا گل وانگي
اور اندر ۾ ڏي اجهڪارون، قرڪي قاڪان تي دل قارون
قادر بخش قرار ناهين سر نانگي

(13)

اڇن عشاقن تي خوديءَ جي ڪاٺ ڪاڻ
بيرنگ برهہ جون باهيون
خاص خليل الله جان، آڙاهہ انهيءَ جي ۾ وو مولا
بانڪا ماڻن بادشاهيون
پاسو پتنگ جان نہ موڙن، مطلب انهيءَ ڪئون وو مولا
سينو اڇن سامهون ساهيون
مام منصوريءَ ۾ بينا ٿا ٻولن وو مولا
توڙي سهن سرواهيون
ڏک سک پنهنجا نويءَ پاڻ ٿو ماڻي وو مولا
چئي قادر بخش اسين ناهيون

اسان اُهي ئي ساڳي آهيون، ناهيون سوالائي ڄا آهيون
پُريا سي وڃون پاڻ وهوڻا، حيلي وس اُنهن آهيون هيڻا
هلي اچ اُنهن ڏي ڪاهيون
اسان پرين هڪ ڳالهه ڳڻين سي، وصل وصال واري واهه وٽي سي
ڏئي سر ساجن ٽا سمايون
نينهن نتيجو نسنگ ٿيو نسري، ورق ٻيائيءَ جا ويم وسري
گم بحر عميق ۾ آهيون
قادر بخش ڏي ڪرم ڪري ايندو، نال نماڻي ننڊر ڪي نيندو
ڪهڙو سينو سائينءَ سان ساهيون؟

(ب)

بحر حقيقت موج ۾ آيو
هر جا هستي حباب اُٿيا
سير صورت مئون ناز نمونا، روشن منهن مهتاب اُٿيا
علم عميق جي خوض ڪيو خيزان، علم عقل جا ارباب اُٿيا

جوش جلالي لهرون لوڏي، عاشق شور شراب اُٿيا
وير ون ون رنگا رنگي، ماڻڪ موتي ناياب اُٿيا

پيل پاڻيءَ ڪيو هر جا پسارو، سرو سمن گل گلاب اُٿيا
ڪُن فَيڪونَ جي ڪن ڪيو ڪڙڪو، طبلا تنبور رباب اُٿيا

ميريون اڇيون ڇوليون ڇر ڪري نڪتيون، گف مئون گناهه ثواب اُٿيا
قادر بخش! پيو قطرو ڪن ۾، هستيءَ وارا حجاب اُٿيا

(۰۲)

بادل برسي سر ڪاپاري
ساجن سبزيون لايون ري
اونت الڪ رئي واهه وهايا، ڇوهئون ڇوليون آيون ري
ڪٽڪن ڪنڍڙيون لهرين لڙهنديون، ڇونريون ڇانهڪ ڇايون ري

گل گلشن گلزاريون ڪليون، هر جا رونق رايون ري
مڪٽي مرڪي ڳم ڳڇيءَ تي، ڦوڳ ڦليون ڳل پايون ري

بادل بجلي برسي بهاري، شاهي شوق وسايون ري
موٺ، مٽر، مگ موڪان ٽيڙيون، صحبت پور جون سايون ري

سارنگ ساز وڄايا سر سنگ، ويڙهيون اڻ وس وايون ري
مردن مرڪي معاف ڪرايون، قادر بخش ڪمايون ري

(۰۳)

باد‌ل برسي مُلڪ اباڻي
جنهن بر ڪي بهار بڻايو آ
چار، چنگر، پڪا پيرون پٽ تي، مڪٽيءَ منهن مرڪايو آ
رانهن، ڇانهن، ڳم ڳچيءَ تي، قوڳ قريون قرُ مايو آ

لنبن لاڻي ڪيو لاڏلي تي، ناپي نينهن نہ لايو آ
ڪيت وران ڪي ڪيرن ڪاڏي، لوئيءَ ڪين لڄايو آ

کونر ڪي ڪائي ڪير پيين خوش، مرڪ مارن جي مايو آ
ميها، قوت، متيرا تن جو، واري تول وڄايو آ

قادر بخش ڪي سڪ سانگين جيءَ من ۾ مچ مچايو آ
اتم اُميد اباڻي ويندس، طلب تنين جي تپايو آ

(پ)

پلو جيڏي پير پڏي آيو
سڄڻ ساڳي سڃاتوسي
لکي ليڙا پائي زلفان دل دام وجهي زوريءَ
گهمي راتيان گهٽيون گهوري، جارون جاڳي سڃاتوسي

سيري سينسار ڪنهن سيهي، مسافر تي وطن ويهي
خبر ڪنهن ڪم آيو ڪيهي، محلين ماڳين سڃاتوسي

ڪاڻي محفل ڳلي ڳائي، ڪاڻي هندو گهوٽ گهنڊ پائي
ڪاڻي جوڳي جادو تائي، روپ راڳي سڃاتوسي

نحن اقرب اشارو ٿي، پرٽئون پُرجهڻ پسارو ٿي
قادر بخش وهج وارو ٿي، لائق لاڪي سڃاتوسي

(ت)

تون آن حاڪم هر جا هڪڙو
بي نشان نشان آ تنهنجو
وَسين هر جائين تون جاني: سبحان تنهنجي سلطاني
آئين نظر صورت سيراني: لامڪان مڪان تنهنجو

تنهنجو جسم نہ جوڙ شِڪل سان: نہ ئي آدم صورت ڪل سان
نہ ئي خاڪي باهہ بدل سان: ناهي شان بيان تنهنجو

تون پاڻ ڪي پاڻ تو ڄاڻين: ساراً سير ڳجها تو سڃاڻين
جهڙو اڳي هئين تهڙو هاڻين: ايمان قرآن تنهنجو

ڪيئي قادر بخش بنائين ڪيئي ناتي ناٿ نوائين
تون آن خالق خلق جو سائين! آسمان جهان تنهنجو

(٠٢)

تخت هزاري جو شاهہ آ
رلي رن رانجهن سان نہ جهيڙ تون
سانگي ڪنهين هت آيو اسان وٽ خاص حسن دل خواهہ آ
ڦرجي وجي شل ڇڏي ڏي ڦڪڙي: ڦتيل تنهين سان نہ ڦيڙ تون

محنت ريءَ چاري مينهون اسان جون: پيهر پڙ جي پناهہ آ
نانگ ڏنگئي شل! نينهن وارن سان نانگي ٿي نہ نڪيڙ تون

ماءُ منهن ڪاري متيون ڇو ڏئين ٿي؟ سيني سيالن جو ساهہ آ
پاڙ پٽيندءِ پرچاءِ تنهين کي: مار پوئي ڪر ميڙ تون

قادر بخش ڇئي سر رانجهن جي شهنشاهي ڪلاهہ آ
پار پوين وٽ پيچرو هيءُ ٿي: سڪرن جي پوءِ سنگهيڙ تون

(٠٣)

تنهنجي دامِ زلف جي زنجير اسان
ٿياسبن قابو قيد اسير اسان
نوڪان نيڻن جون پنبليون پيهن؛ سوين چاڪن دلڙي چير اسان
درد تنهنجي ۾ دم دم رووان؛ وهي نيڻين نت نت نير اسان
محب! ڏسي تنهنجي بيپرواهي ديوان رهون دلگير اسان
قادر بخش چئي بخشي مِل تون جيڪا هٿئون تقصير اسان

(٠۴)

تنهنجي ناز نيڻن نِوايا هون
ٻانهن ٻڌڙا حاضر آيا هون
اَبرُو تنهنجا سيف ايراني؛ منجهان گهرج گهرائي گهايا هون
مڙگان تنهنجون نيزا مارن؛ سيني سرس سنگين سنگايا هون
سرخ رخسار لبن سِر لعلي تن جي تانگهه تپش سان تايا هون
قادر بخش اها مام پروڙي چڙ برهه وارا تو کي پايا هون

(٠۵)

تنهنجي بيوفائيءَ جون ڳالهڙيون ڪنهن کي ٻڌايان وار وار
ڇو ڇني وئين دوستي؟ ڪهين ظالم! روئان ٿي زار زار

جيئن هئين مون سان اڳي تيئن نيائيي توڙ نا
جوڙان جدائيءَ جون جوڙ نا؛ پيرا اچي ڪر بار بار

هن اياٽي کي اڄ تائين طرزان ڏکايئي تال جون
گڏ ڳالهيون کي وصال جون؛ محب! ماڻن سان نہ مار مار

ڊڄ خُداءِ جي خوف کئون؛ عاشق مري تو عذاب ۾
ايندين حشر جي حساب ۾؛ ٿيندئي کلور جي ڪار ڪار

قادر بخش سان قربدارا! رُس نہ رانول! روز روز
ساڙئي متان منهنجو سوز سوز؛ ڳلتي وجهي ڳل ڳار ڳار

(٠٦)

تون آن شهباز تون آن سُلطان
تنهنجا تابع زمين آسمان

تنهنجا خاصا خادم سنڌي، اچن حاجت وٺي هندي
بلخ قربان سمرقندي، رکي سجدي ۾ سِر خُراسان

رومي روسي سارِن سڪ مئون، لکين آڙيا لنگهايئي لڪ مئون
کرين پيدا هزارين هڪ مئون، عرب عاشق تو تي ايران

وَسئي روضي تي نِت نِت نور، تون آن حاضر هميشہ حضور
محب مولا جو آهين منظور، اُيو کيئي عرش تي نشان

آهيان گنهگار هر قسمين، مدد ڪر الله جي اسمين
نبيصہ حسنينعہ جي قسمين، دوزخ ٿئي حرام ڏسان رحمان

سني شيعا، ملان موالي، ڇهڙا کي چمار بد چالي
اچن سوالي وڃن نہ خالي، نظر تنهنجي نوائي ڪفران

جيڪا مون سان آئي جماعت تن کي رب ڏهون ملي رحمت
سکيا هتڙي بچن قيامت، عطا ڪل تي ڪامل ايمان

اچي حامي تون تي في الحال، مچائي منڪر ڪجاڻ پائمال
ماري مدعيءَ کي • ڪر موم مثال، متن موڙ هاٿي گردان

قادر بخش کي مدح جو انعام، ملي محبُوب گل اندام
کيان شاديون ڏمالان ڏم ڏام، عالي درگاهہ جي اڳيون آستان

(پ)

پنهنجي من جي شال مراد ڏسان
ايندو يار اڱڻ آباد ڏسان
سڪندي سڪندي سال گذاريم؛ روئندي روئندي اکڙيون ڳاريم
سڏڪي سڏڪي راهه نهاريم؛ دردي دل جو داد ڏسان

پاڻ هٽي دل يار ہنگي ويو؛ ڏينهوءَ وانگي ڏورون ڏنگي ويو
دام زلف جي دوال وانگي ويو؛ ساهه سورن آزاد ڏسان

دل دوست بنان ديوان رهي؛ من محب بنان مستان رهي
گهر ويڙهو سڀ ويران رهي؛ اکين عالم ڪُل افراد ڏسان

قادر بخش ڏي جنهن ڏينهن ايندو عيد اُهو ڏينهن شادي ٿيندو
درد دفع دم دور ٿي ويندو؛ شهر سارو گهر شاد ڏسان

(٠٢)

پاڻ ڏسڻ آيو پنهنجو تماشو
صُورت جو سلطان
ڪڏهن پوٿيون يار پڙهي ٿو ڪڏهن پڙهي قرآن
ڪڏهن امير وزير سڏائي ڪڏهن سڏائي خان
ڪڏهن قادر بخش! جاءِ نه لهندين ڪڏهن منجهه مڪان

(٠٣)

پاڪ پسارو ڪري پاڻيءَ جان
نايو ناسوت ۾ نور
ڪاٿي سوز سمائي سيني ڪاٿي ناز منظور
ڪاٿي موسيٰ محب سڏائي ڪاٿي تجلي طور
ڪاٿي اناالحق ٻانهون ٻولي سوريءَ چڙهي منصور
قادر بخش ڏٺو گهٽي ٿوري ۾ قادر قلزم ڪور

(٠۴)

پاڻ اول اکڙيون آڙائي، مُحب ماڻا تو ڪرين
ناز سان ناتو رکي سنهڙا نہ گهرجي سونهن تو
آخر ايندين اڳڻ اسان جي؛ چو سڄڻ ماڻا تو ڪرين؟

درد وارن ڪئون دلبرا! ديد نہ دوستيءَ جي منيو
دل لتي ديدار سان، پوءِ پرين پُچاڻان تو ڪرين

هيءَ خبر هئي ڪا نہ ڪا ڪو جاني جنجالي ٿيندين
دل وٺي دوستي لائي چو روح رنجاڻا تو ڪرين؟

قادر بخش کي ڪڏهن ڪوٺائي شل سڄڻ! سيني ۾ ڪيو
پانهي سان پيائي نہ گهرجي؛ چو عاشق اُپاڻا تو ڪرين؟

(ج)

جتن سنديءَ جوءِ ۾ منهنجو هاڙهي منجهہ حبيب
جنهن جي برهن بيمار ڪيو؛ اچي ٿيندو پاڻ طبيب
پاڙو پنهل چام جو ٿيندو ننڍڙ شال نصيب
سچ ۾ سڪ پرينءَ جي ڪري ويندو روهہ رقيب
قريشي قادر بخش کي ڪندو قيامت منجهہ قريب

(٠٢)

جيجل جاڳينءَ ڪينڪي
ويُئي وَرُ تيلاهون وِساري ڙي
پهلو پهر ويُئي ڪاءُ پيءُ ۾؛ بئي ۾ وِڏئي پلنگ پٽاري ڙي
ٿئين ۾ ٿهڪو ڪيو تو ننڊ کي؛ پوءِ هوت ويُئي تہ هونگاري ڙي

گهوٽ گهٽي ڪا جا تو ۾ ڏٺي؛ تڏهن ور ويئي نہ اُٿاري ڙي
عشق وارن کي نہ عيش جڳائي؛ مر ميار اها تو کي ماري ڙي

هتئون هلي هڪ هيڪلي؛ ڪيئن رسندي ڪوهہ ڪوهياري ڙي
ٿتئون گٿي ٿاپا ڪائي؛ مر ڏونگر تو کي ڏاري ڙي

قادر بخش قضا الاهي؛ آندو برهن جي باري ڙي
سچ ۾ اچي آٽسونهينءَ کي؛ من ساٿ ڏٺي تہ سيناري ڙي

جتن ڪنديس جتن ڪاڻ، آئون جبل ۾ جاڳي

- ڪرها ڪيچ ڏٽين جا ڪيون وَرائي واڳي
- ووڙي لهنديس هوت کي؛ پنهنجي پنهل کي ساڳي
- سامن ڪاڻ سفر ۾ تي جوڳڻ بيراڳي
- قادر بخش هونگار تون؛ گن گورا تي ياڳي

(۰۴)

جيڏيون جاڳيس ڪينڪي، مُنهنجو پنهل نيائون رات

- ناحق ننگ ڇڏي ويا؛ هيا ڪمينا ڪم ذات
- ساري رات ستي وئي؛ پرين بنان پرڀات
- ٺگين رئون ڦاداختي؛ هين وائي اها وات
- ڪيچي قادر بخش چئي؛ اڇي سوَلي ڪجو سڪرات

(۰۵)

جتن لئي وينديس جبل ۾ جهاڳي، پُنهل پنهنجو پهچي لهنديس ساڳي
ڏير وٺي ور ڏونگر ويڙا؛ هوت هونگاري پري وڃي پيڙا
ڪيچ وريا ڪري ڪرها واڳي
ننڊ ۾ ناحق ستس اجائي؛ ڪين ٻڌي هيم وڃڻ وائي
ور سان وڃان هان جيڪر جاڳي
ٻانيڻ ٽينديس ٻاروچن جي؛ وينديس تن ڏي آهيان جن جي
لوح لکئي ڪئي هان بر ۾ بيراڳي
قادر بخش! سچ سمهڻ آ ساڙو؛ ڄاڻ وارن ڪاڻ ڄيٺ ڄرارو
سانگي سڄڻ جي تي سرت سجاڳي

(۰٦)

جاتي عشق آيو آفات هلي، ڏسي عقل نہ هڪڙي تاب جهلي
ڪٻي سڄي برهن جي فوج ميان! هٽي بحر جان اڳي پوءِ موج ميان!
ماري ملڪ زوريءَ ڪري اوج ميان! ملي بحر بازار ڪل ڳوٺ ڳلي
ڪري آتش بازي سوز ميان! ڏي نہ واند وٺي شب روز ميان!
ويا فخر خوديءَ جا گوز ميان! ويو شان شرم تن ساڻ رَلي
ڪري ڪيس قتل پرواه نہ ڪا؛ رکي غرض نہ شاه سپاه نہ ڪا
ماري متيون فڪر جون واه نہ ڪا؛ جيڪو سينو ساهي وجهي ڪات ڪلي
جيڪو سر ڏئي ساجن ماٺي سو، مري مطلب هٿ ۾ آٹي سو
رهي جيرو اڳي پوءِ هاٺي سو، جيئين قادر بخش ويو جيري جلي

(٠٧)

جيءُ آئين جانب يلي يلي
آءُ مجلس ڪيون مرجات جي
آءُ اوري اوريون پاڪر پائي، سوز وجي سڪ هلي هلي
سيني ساهه اڪن دل وات جي
نيڻان نيڻن کي نيڙي نهارن، رمزان رمزن منجهه رَلي رَلي
ڳري ڳُڻتي وجي فڪرات جي
مهر ڪري مون سان محب تون خوش ٿي، مر مسهو وڃن سڀ جلي جلي
سڙندي سرڪي چڪن سڪرات جي
قادر بخش سان گهاري گهڙي هڪ گلزار بهار تي ڳلي ڳلي
اوڙي پاڙي گولي ذات جي

(٠٨)

جوڳي ويا پنهنجيءَ جوءِ تي
هتڙي آيا ڪنهن سانگي هلي
محبت ميڙڻ مان نہ تن ڪا، هن هن ڳالهہ جي جن کي ڪن ڪا
خيال نہ هين ها هوءِ تي، ڳارا پنن ڳوٺ ڳلي ڳلي

پيلا تلڪ پيشانيءَ لائي، ڪن ۾ ڪنڊيل پتلا پائي
خاڪ ملي رخ روءِ تي، مرڪي ملامت تن جهلي

راتيون روئندي سامي سارن، ڏينهن ڏُکن جا روئندي گذارن
خلق کي خوش ڪن خوءِ تي، سوز نہ ويا ڪنهن سان سلي

قادر بخش هزارين هليا، گر سان گڏجي رمزين رَليا
بانڪا برهن جي بوءِ تي، جوڳي ويا جيري جلي

(٠٩)

جلوي شوق حُسن جي لاچار ڪيئي
پردي ڪثرت ۾ اچي پسارو ڪيئي
جڏهن ذات ظهورئون نور ڪيئي، پوءِ روح ۾ نُور منظور ڪيئي
پردي مثل ۾ پاڻ مستور ڪيئي، شيشي جسم ۾ پنهنجو ديدار ڪيئي

ڪاٿي هام حلاج رند ٿئين، ڪاٿي قاضي حاڪم چند ٿئين

ڪاٽي ڪات جلاد جي جند ٽٽين، منصور ڀانو متي دار ڪيئي

ڇڏي لامڪان افلاڪ آئين، جهڙو پاڪ هئين تهڙو پاڪ آئين
پنهنجي شوق تماشي منجهه خاڪ آئين، ڪري بردو بر بازار ڇڏيئي

نہ لوح قلم ڪوئي سالم ها، نہ انسان ميثاق ظالم ها
نہ ملڪ فلڪ ڪُل عالم ها، تڏهن قادر بخش کي يار ڪيئي

(چ)

چاس حُسن جي چوڏيل تي
لائق لڏيا لوڏا چڙهي
اُبتا اچي سبتا چڙهن، سو نہ ساعت ڪا رهن
هو هو ا کي هوش سان، عاشق ٿيا اوڏا چڙهي

اسباب دُنيا جا ڇڏي نانگا ٿي نڪتا هتئون
ڪاڪل ڪوڙائي ڪوڙ جا تڪا ترت ويا توڏا چڙهي

ڏاڪڻ ڏکي آين اڳيئون، پوڙي نہ جنهن کي پير ڪو
ريءَ رَسي پهتا پرَ وٽ، ڏوڏا رکي گوڏا چڙهي

قادر بخش قريب ٿيا، پوءِ ' لا' سنديون لامان وٺي
پهتا وڃي پايانَ کي ڏوٽا جهلي ڏوڏا چڙهي

(٠٢)

ڇيري ڪلنگيءَ وارو يار آيو آ
آيو سو الله مِلايو آ
يار هيڏي هيو ڪين اچڻ جو، ناتي نينهن نِوايو آ
سرخي لعل لبن تي لعليءَ رنگ عجائب لايو آ
موتي، مرجان مرايون مرڪن، ڪجلي ڪيس ڪمايو آ
پهلي حملي فوج حسن جي شاهن کي شرمايو آ
ڳلن پريون کي ڳالهيون چوري سياڻي ڪنهن سمجهايو آ
سڀ سينگار سڄڻ جو سهڻو سرتِن ۾ تہ سوايو آ
يار آيم گهر شاديون ٿيڙيون، ميندي مَلڻ جو سعيو آ
ڏوهہ ڏمر ڏک يار پنهنجي ڪٿون قادر بخش بخشايو آ

(چ)

چو يار پڇي وئين پيرو؟
کهڙو ڏوھ ڏٺئي تہ غلام ۾؟

اول اکڙيون يار اڙائي دل دلبر وئين ڦاسائي
هڪ ناز ناتا لک لائي، ڪيئي قابو سنڌ سنڌ دام ۾

اڳي ايندو هئين خوش ڪلندو، نئين ناز ناٽي سان ٽلندو
مرڪي منهن منهن ۾ ڏئي ملندو، ڏينهن رات، صبح هر شام ۾

هئين تون ڪاٽي مان ڪاٽي؟ پرين پاڻ آئين ڪنهن ناتي
پوءِ خبر پيم لنئون لاتي، ڪيئي ڪوھ وِتي هڪ گام ۾

ڪر قادر بخش ڪي ساڳي، تنهنجي رمز ۾ تيو آ بيراڳي
منهنئون لاهي چڏ نہ لاڳي، ڏيان سر شڪر تہ انعام ۾

(ح)

حسن ، جي فوج جان هر هر
هلي حملا هلائين چو؟

مرڪي منهن محب ڏيکاري ماڻن سان وئين يارا ماري
سينگا آبرُو جي اولاري، نيزا منجهون ناز نائين چو؟

چشمان چيري چاڪ ڏين چوري، سيني منجھ سوز جا سوري
جيئن پوءِ پچ اچن اوري، اڳي گهايل پوءِ گهائين چو؟

ڪڪوريون ڪيف سان ڪجليون ڏين جهالا تکيون تجليون
منجهئون بادل بکن بجليون، اهڙا تک تاب تائين چو؟

هاڻي قادر بخش تي ڪاهي آيو تک ٿيڪ جنگ ٺاهي
مڙن مردار انهيءَ ماهي، سينو جهل سر نوائين چو؟

(خ)

خوش ڪير پيئان وڃي ڪيت سان
ڏي موڪل مير عمر!

- پڪا پيرون پاند ۾ سدا سويون ڪاون سگر
- پٽن تي پيرا ڏيئي هٿ ڦيري چاران ڦر
- ڪا نہ هڏيسين ڪاٽين ڪا واري وراڻي وَر
- قادر بخش قرار نيو منهنجو سانگن سانير

(د)

دُنيا جي دم حياتي سالڪ ڇڏي ڏي سانگو
حق جي ڪر اثباتي؛ مايا جو تيءُ نہ مانگو

پنهنجون ڪمي ڪمايون وڃي پلو تو پايون
صائم ٻڄي صلاتي دل جو نہ ڪر تون دانگو

ڪل لسان اشارو وجود وسارو
فنا تي چپ چپاتي؛ پل پل پڪاري بانگو

موجان بحر جون ماٽي قوتو قسي تي پاٽي
صفتان ڇڏي تي ذاتي؛ نسبت ڇڏي تيءُ نانگو

قادر بخش غير نہ آٽي؛ هر جا هڪ سڃاٽي
وحدت جنين سڃاتي؛ ڪثرت لنگهي ويا لانگهو

(٠٢)

درد واريءَ دل کي ناهي ڏوهہ ثواب
ناهي ڏوهہ ثواب اعليٰ عشق آ پاڻ عذاب

- العشق نار الله آ؛ سڙي ڪوئلا تي تہ ڪباب
- جن رتي ناهي نينهن جي تن ڪارا ڪيا تہ ڪتاب
- مستن ناهي ميار ڪا ڇا ڄاڻن سوال جواب؟
- نيڻ نچوئن بانوريا، آهي تيز تکو تن تاب
- قلندر قادر بخش ڪئون لاٽا سيئي حق حساب

(٠٣)

دم ۾ دل کي قيد ڪيو
زلف پيچ پيچ تاب
مار سياهه سر دراز، منڊ نہ منتر بي نياز
ڏور ڏنگڻ ۾ شتاب
آتش لعل لب رخسار، ساهه سڙن سو هزار
باهه برهن جو عذاب
سيف سانگ مانگ وهي، تيز تکي ترڪ کهي
چاچتي شيخ شاب
نين دل نواز ڪٹن، هيئن قادر بخش هٹن
باز بچن ٹا عقاب

(٠٤)

درد جون ڳالهڙيون دلبر ڪنهن کي ٻڌايان روئي؟
محب ماٹن سان وئين ماريون ماريون
جوش جدائيءَ تنهنجي جيءَ جلايو
ڳجهه ۾ وجهي ڳچ ڳاريون ڳاريون
سڪندي سڪندي تو ڪان سال لنگهي ويا ساجن!
وار وصال جا واريون واريون
دم دم دلبر کي ياد ڪريان ٿي ويٺي
ساهه سيني منجهه ساريون ساريون
قادر بخش چوي قرب وارن سان ڪجهه ڪين
گهوٽ نہ گهُرجن گهاريون گهاريون

(٠٥)

دلڙي هوتن لئي حيران، منڙو محبن لئي مستان
جيڏيون جوش جتن جو جاري جيءَ ۾ جڪ جولان

پينر باغ پنيور جا بنا پنهل سڀ ويران
جادو جدائي جتن جا، جند جيءَ ۾ جڙيان جان

سيج ستي جي سنيار ڪا، ڪجهه ڪيچيڙن ڪيئي ڪان
ڪيچي قادر بخش جو من محب رکي شل مان

(٠٦)

دلڙي قيد زلف جي تار ڪئي
رُخ رمز پري بيمار ڪئي

هڪڙي سينڌ سڌي ٻيو سرمون سُنهين، تڪڙي ڏار ڪجل جي مُشتاق ڪهي
جن تي نيڻ ٻچن تن جي ڇاتي ڇُهي، ڪيڏي ڪار ڪجل جي ڏار ڪئي

حسن وارن جاتي حملو ڪيو ڇڏي هوش عقل وٺي واٽ ويو
گهُمنديس ڳوٺ ڳليون جاتي دام پيو، منڙي مست دلبر جي ديدار ڪئي

ڪيڏي ڪات ڪچئون لوڏي ٻانهن لڙي، ڪهي يار ويو ڇڏي جان ڇڙي
چرندي چاڪ چڪن تيان ڪيئن ڪڙي؟ ساڙي سوز صفا سينگار ڪئي

سرتيون ساهه سڪي قاصد دير ڪئي، اکڙيون روز روئن ڏسي راهه ٻئي
منجندا شال سنيهو قادر بخش ڪهي، عاجز عشق پرينءَ جي آزار ڪئي

(٧)

ديد سان دلبر دوا ڪر برهن جي بيمار جي
نيڻ ڪٽي نبضان ڏسو لحظي لڙي لاچار جي

جان جسو جيءُ جيرو جوش ۾ ڏڙڪي دلڙي پئي ڦرڪي
رت رَڳان، هڏ ماس گهاٽي رئي وتي ناهي هڪ وار جي

عشق عشاقن لئي عيد آ جيئن گهٽو اجان تيئن گهرجي
باهه سمندر ساهه سيبائي، بُلبُل جان گلزار جي

هنر هزارين حڪمت، حيلا هليا ڪونه حڪمين جا
هي نه چاڻن دردي‌ءَ ديد ڪي، گهرج چڙي ديدار جي

قادر بخش کي چوٽ تنهنجي چوٽ لڳي، ڪهڙي اوٽ آ
ناتو ناز پريا تو گهرجي، گهرج نه غير معيار جي

(٠٨)

ديدان ڪٺي ديدار سان، دلبر ويو دلڙي لٽي

اکڙيون اُباٽيون خون لئي؛ ريۡ ڪجل ڪاريون ڏار سان
چوهئون چٽن زوراوريون؛ سيني سڌا سٽڪار سان
پيڪان پنبلن جا چٽي

ڏُو ڏُو دوناليون دم چٽن؛ ڏَھ ڏَھ پيرا ڏھڪار سان
ساڙيون وجن سپ سيگهہ ۾؛ لشڪر سپهہ سالار سان
ڪاپار سپ ڪنهن جا ڪٽي

چڙهي پوَن چو طرف نعرو هٽي نروار سان
گهمري ڏيئي گهريون گهڙي
جهٽ پٽ ڪين پاڙون پٽي

قادر بخش چشمن چاڙهيون؛ فوجان برهن جي بار سان
حسن جو حملو ڪري بيحد لڙن برهن جي بيمار سان
وجي شل نہ منهنڙو مٽي

(ڏ)

ڏونگر ڏي ڪو ڏس ڙي
ڪالهہ ويا تم ڪيچي
پاڻ پنهل شل پرچي پاڇي؛ ڪندو هي پنهنجي
منهنجو وچڻ آ وس ڙي
ور ڪاڻ وندر ۾ ويندس؛ وڻ واريون ووڙي
ورتيون گورن جو گس ڙي
پورهيا پانڌيڙيۡ جا پنهل ڏسي شل چوندو
جوۡ اتي حمد جس ڙي
قادر بخش هليو گهوري گهرڙا پنهنجا
پڪا تہ پنهل جا پس ڙي

(٠٢)

ڏنم پنهنجي يار جي تصوير اڄ آيم خواب ۾ ننڊ جي نقاب ۾ بهتر بدر منير

- اکڙيون آرام ۾ نشي جي جام ۾؛ دردي دلڙي سُڌير
- هئين چپائين گڏجون تائين؛ اور نہ آڇ اُڪير
- تاب حسن جي پسندي پري ڪئون؛ ترت وئي تدبير
- محب جو مشڪل اچڻ هو مون ڏي؛ مون ڪي ملايو تقدير
- قادر بخش پيتو پسڻ پرين جو؛ آب حيات اڪثير

(٠٣)

ڏي ڪانگا! خبر نئين خير سان
تو ڪي يار ڏني چا ورندي؟

دلبر دل سان اها ڳالھ ٻڌي يا ڪيائين گوش گذردي
سل حقيقت ساري مون سان، متان ويئي وسردي وسردي

دلبر دوست بيدردي چا چيو؟ منجھ حق بردي ورندي
خوش ڏنوئي ڪنھن خيال چڱي ۾ عيد ڪري آزردي

سارو ڏينھن نھاري تو ڏي ذوق ۾ تي پيس زردي
ساھ سڄڻ ۾ نگاھ ھئي تو ۾ جندڙي وڃي پئي جھردي

قادر بخش چيائين صبر ڪر، نينھن واري نہ مردي
چاڻ آيس جلي تو وٽ ھيڪر، بات نہ ڪر بي پردي

(٠٤)

ڏسي ناز تنھنجو سر نوائيندس
ڳل ڳچيءَ ڳاري پائيندس
جي تون ايندين ھيڪر مون وٽ
چڻ ساھ نئون پائيندس

وِڪ وِڪ تي سر سو لکين گھوريان
ڪٽي خاڪ قدم لڱين لائيندس
گھوٽ تون گھرجين جڳ ساري ۾
وري ٻئي ڏي ڪين واجھائيندس

قادر بخش چئي شادي وصل جا
نت شاهي طبل وڄائيندس

(٠٥)

ڏنڙم نئين نئين ناز سان، يار بيمثل نموني ھزار
ھر رنگ ۾ رنگ رلائي، ڪري اولو حُڪم ھلائي
ڇپي ڇاتيءَ ساھ سلائي، رکي عذر ڪفر تي ڏار

محبوبين نرم نشاني، ڏيئي پوش حسن پيشاني
وڏ عاشق ۾ شھ شاني، تي گواھ وحدت گفتار

منجهه پردي پيل پسارو تيو عالم ارث وسارو
ڪيو راز رندن صحيح سارو، ڪري هستي گم اعتبار

ڪل قادر بخش کي ساري، منجهون حيرت تي هوشياري
سرت حاصل سير ستاري، سو ئي قادر منجهه اقرار

(٠٦)

ڏمرئون ڏونگر ڏير ويا
ڪٽندي ساٿ سوير ويا

- پرديس پُنهل نيائون پاڻ سان، وٺي پوپان پير ويا
- ڪاهي پچان ڪيئن ڪيچ تي؟ سي سونهان سير ويا
- ڇا هون هن ڇوريءَ سان؟ رکي وِرهه وير ويا
- ماريون وجي هيءَ مامرو، ڏيئي مٺيءَ تي مير ويا
- قادر بخش جو ڪيچ ڏي، وٺي دوست دلير ويا

(٠٧)

ڏسي شان دل منهنجي حيران تي
تنهنجي شان جو نہ بيان آ

- هر مظهر ۾ نور نظارو، تنهنجو ملڪ مڪان آ
- راز انهيءَ ۾ رمز تمامي، سينو منهن سارو انسان آ
- حسن تنهنجو هر حُسن ۾ ڏسجي، حيرت هر مستان آ
- ڪيئن بيرنگي رنگ ۾ آئين؟ هر صورت جيءَ جان آ
- تون مئون زمين تو مئون فلڪ تو مئون هوا باران آ
- تو مئون دوزخ تو مئون جنت تو مئون ڪفر ايمان آ
- جاڏي ڪاڏي جلوو تنهنجو، نيٽين نظر نشان آ
- قادر بخش کي قدرت تنهنجي عبرت ۾ عرفان آ

(ر)

رمز رِندن جي ريت جون
برهن پڙهائيون باتيون باتيون

- سالڪ سل نہ تون راز اندر جو توڙي ڪنڌ ڪپن ڪاتيون ڪاتيون
- هر هڪ در تي ڳوٺ ڳليءَ ۾ يار ڇوريءَ پاتيون جهاتيون جهاتيون
- جزي ڪلي ڪل نظر ۾ آئي، ارضِ جوهر سيي ذاتيون ذاتيون
- قادر بخش کي قادر بخشيون ڏک وِڃائي ڏاتيون ڏاتيون

(۰۲)

رڻ ۾ رندن جي تي آيو
بي چون نشاني نشان
سپاهہ ساري نوي سڄ جان سمورو آيو
صحن صوفن جي سلطان
صورت اولي نِوي پول پلايا سڏڙيا
حڪمت ڪيا سڀ حيران
رنگ بيرنگي نِوي راز ۾ رنگ بنان
نظر عشاقن عيان
قادر بخش نِوي سر جو سارو سبق
سمجهيو آ سيوستان

(۰۳)

روز رُساماں نہ ڪر تون برهہ جي بيمار سان
هن درد جي دوا ڪيو اڄ دلبر ديدار سان
ناز غماز ڇهَل باز ڪرَ نہ ماٺا مئيءَ سان
نوڪان نايون نيزا نہ هڻ سي ڪاري ڪجل ڏار سان

گهڙيءَ هَسين گهڙيءَ رُسين گهڙيءَ ڪهين گهڙيءَ ڪپين
ساهہ جان سيني رهين تون سڄڻ هن سچار سان

ڪوهہ سر اندوهہ جي اُچليان اندر جو آهہ سان
جبل سارو جلي وڃي هڪ چڻنگ جي چمڪار سان

عمر گذاريم عشق ۾ الحمد آجائي نہ وئي
بانهن پڌڙو بانهون تنهنجو قادر بخش اقرار سان

(۰۴)

روئندي يار ڇڏيم روئندي ڇڏيائين مون کي
موت جيهي ماڻن سان ماري مڃايائين مون کي

ڪين جي يار ڇيو دل ۾ خار پيو ڳل لڳي ڳالهہ پڏي غم جو بار پيو
اندر آواز پيو هٽ سان هنيائين مون کي

محب ۾ مون موڪلايو اکڙيون آکن سان ڏسندي
جهڙ جان جوش کيون ڳوڙها ڳڙن جان وسندي
هوش هٽون ويو کسندي، ساڻ نه نيائين مون کي

وقت وڇوڙي هي هي ساهه سورن ۾ سڙڪيو
فوج فراق ڪٽي ڪنڌ تي ڪستون ڪڙڪيو
ساهه سانگين سِر لڙڪيو، ڪهڻ ڪيائين مون کي

ملڻ ڪاڻ آيو موتي تاهه ٺڳيءَ جو تاهي
چوَڻ لڳو ها ها هي قادر بخش ڇا هي؟
سينو سيني تي ساهي ڪلندي ڪنيائين مون کي

(۰۵)

رنگ هيئن لڳو رنگ هونئن لڳو
عالم جي اظهار ۾
نور نبوت نازل هادي، نقش نزاڪت شانون شادي
دين يقين اطوار ۾
مسجد محبت محو نمازي، مندر بيخود نقش نيازي
تسبيح زهد زنار ۾
دل ۾ عاشق آتش پاري، مهر پريا محبوب سينگاري
رمز سيني رخسار ۾
قادر بخش کي نيڻ نظاري، وحدت ڪثرت مون ڏيکاري
يار آيو اعتبار ۾

(ز)

زوريءَ زلف وارو دام، وجهي ڳل ڪيئي غُلام

تنهنجي حُسن جي هڪ فوج ماري ملڪ ڪري موج
رکي اُين متي اوج، آهي هر جا تنهن حڪام

هڪڙيءَ ديد جي ديدار گهايا گهوٽ لک هزار
عشاقن نه ڪيو انڪار، ستائون صبر جي صمر صام

ڏسي جلوو جوڙ جمال رهان ناز منجهه نهال
جڏي ڪندين ڪرم ڪمال، ڪندس شادي صبح شام

مهر پريا محب مِلو، رمز تنهنجي رحم نِلو
بنان تنهنجي ڪونه ڀلو قادر بخش کي ڏينهن قيام

(س)

سرتيون! مون ۾ ڪير تو ھولي
ساري سمجھيو ستار

- عنصر ناھي نفي ڪيا لا، پاڻ تي آيو اعتبار
- ويس وَڪالت جو ڪيم لا، نوشابا ڪيو نروار
- بيع ۾ آيس بادشاھ لا، بردو تي بازار
- چڏي اوت احديتي لا، شريعت ڪيم شمار
- قادر بخش ۾ لا، گوھر ڪري تو گرفتار

(۰۲)

سڪندي سڪندي سانگيڙن ڪاڻ
عُمر گذاريم ساري

- روز روئندي راھ نھاريان، وِرھ لنگھي ويم واري
- پاسي پاسو پٽ ڪئون پلو آ، وجي وِڇائيندس واري
- ميرا! موتائي منج تون مارن ڏيءِ منٿ منھنجي من زاري
- قادر بخش ڪي اور اباٽي، جيءَ ۾ اچي تي آ جاري

(۰۳)

سڪ سھڻيءَ ڪي سوز
سخت سيرن پئي لھرين لنگھايو

ھوڙا ھيٺ چاريئي ريءَ چاري، ھيريون، ھر ھيلا چير نہ چيري
راتيون ڏسي نہ ئي روز، نار ڪي تار ۾ ترڻ جو سعيو

من ۾ خيال وصال ميھر جو، ترس تيلاھون ڪري نہ ڪيھر جو
زال جي فال فيروز نر تنھين ڪي ڪو نظر نہ آيو

سانير يار پڪار تواري، سا پر سانير سھڻي سنياري
ازلي ٽيس آموز، جوءِ مردن ڪون تڏي جھد وڌايو

قادر بخش نہ عاشق آڙڪا، ڪاھي ڪني پئي ھڏي ڪنين ڪڙڪا
ساھڙ ساھ ھنوز، منڌ جو مرڻ ٿيو منجھ سير سجايو

(۰۴)

سرتيون آيم سر بار بار
سور سانوَل جا وري
ڏک ڏورڻ پيم ڏينهنڙا، راتيان روئڻ رت زار زار
جيرو وهي جر جوش ڪئون، دلڙي ڦٽي ٿيم ڦار ڦار
پيم ڏکن کون ڳچ ڳري
ڏوري ڏکن جون ڳالهڙيون، ڪنهن منجان چئي وار وار
آءِ ادا قاصد! الله لڳ، وڃ پرين جي پار پار
جي چوين چت مان چري
مون پايان سک ساهه کي ٽيندو سڄڻ ڪيئن ڪار ڪار
هي هي ڪيون هٿڙا ڪٺان، سانول لهي من سار سار
نہ تہ ويندس جيئري مري
قادر بخش سر بحر باري، برهه جو پريو تار تار
غرق مردن فرق آ، پوءِ عام کي آهي عار عار
ترت ويا ٽِڪ مان تري

(۰۵)

سهٽي ريءَ سيڻاهه جي
لنگهي لحظي تار تري

- پانهون هنيو پاهر پوئي، گهڙي گهاڙي نہ گهير گهري
- سک سچي ميهار جي هيس، ڦيري ڪين ڦري
- ڪڙڪي ڪنن ڪاهيون وجي، هئي زال کي ذوق ذري
- نينهن اڳيون سارِي ندي آهي قادر بخش ڪِري

(۰٦)

ساهه ساري تن ساميڙن کي
جوڳيڙا جڙ لائيون ويا هلي
بينان بجليون هين هٿن ۾
محبت مرليون وَڄائيون ويا هلي

تنبا طبق ڪشڪول ڪڇن ۾
ڪشتيون ڪمرين ڪمايون ويا هلي

ناٿ جي ناتي گهٽن ۾ گهوران
گهر گهر پير گهمائيون ويا هلي

چست چالاڪ چيلا ڪڍ لائي
پرتئون تن کي پچائيون ويا هلي

مٽڪا ڀجي ڳل مٽڪا پائي
نانگا نفس نوايون ويا هلي

سوزون سمريون ساجهر سوري
راز سان رام ريجهائيون ويا هلي

قادر بخش سان قرب ڪيائون
سارو سير سمجهائيون ويا هلي

(۰۷)

سامِيڙام سڃاڻي، نينهن ڪيا نروار
عشق ۾ عيش وساري ويٺا، غم ۾ غواص ٿي پڙهي بيٺا
روئن زارون زار
سوز اندر جو نہ ڪنهن سان سارن، ڪڏندي ڪسڻ کي ويچارا وارن
سوريءَ چڙهي سردار
ڪاڻ تماشي جوڳي جڳ ۾ ڦرن فقير ٿي رت نہ رڳ ۾
ڳوٺ ڳلي بازار
قادر بخش! ويا ڪوٺ ٿي ڪاهي، گر کي ڏٺائون سڪون سر ساهي
گوڏا ڀجي گرنار

(۰۸)

سورهہ سمجهہ نہ سرجي ڪائي
عشق اڳيون آڙاهہ
آتش آب، مٽيءَ کي ساڙي، آتش اٿکي آتش پاڙي
ساجن سڄ جان منهن دل ماهہ
عاشق عين الله جو ڄاڻي، اولا ڀولا سير سڃاڻي
هڪ کي ڀيو مر چئي گمراهہ
ڏيک ٿي ڏلبا داپ دلاسا، پاسي ڪين ڪيائون پاسا
نظر بنان منظور گناهہ
قادر بخش سمورو سمجهيو، پاڻ پروڙي پورو سمجهيو
ناهي زبان سلڻ جو ساهہ

سانگيڙن جي سار اديون، وڃهي ڳڻتي تي ڳچ ڳاريون
- منهن مارن جو ڪيئن متي ڪريان؟ اهو مير وجي ٿو ماريون
- سوز اندر جو ڪنهن سان سليان؟ ڏڙڪا ڏين مون ڏاريون
- ٻاجهه ڏٺي شل ٻڌندو ٻانهينءَ جون منجهه زنجيرن زاريون
- قادر بخش قضا الاهي قيد ڪندي آ ڪنواريون

(١٠)

سانوڻ! سانگيڙن تي، جهڙ جي لاءِ جهڪور
- ٻيرن ٻور پچائيو، ڪرڙن ڪئي آ ڪڪور
- ڳِتڪن ڳيرا ڳم ۾، دم دم ساريون دور
- چيلا، هرڻ چالان ڏين، گابا ٽيڙن گور
- من ۾ مارن ڪاڻ آهي، قادر بخش کي اور

(١١)

سات پچان شل سئي ڪاهه ۾ ڪيچيڙن ڪاڻ
ڏير ڏمر جي ڏونگر ويڙا ويڻ رکي ور ورتيون
آئون ته اوهان ۾ هڪڙي رَيءَ وَر ڪيئن سونهان؟
دُعا گهرو ور گرتيون
آهن اجائي ڏيڻ اوهان جون اديون
پنيور رهڻ جون پرتيون
اديون اسان جي آهي الله توهار ڙي
اوهين ته پِرن کي پرتيون
قادر بخش چئي قيامت ۾ منهن ڪاريون
جيڪي نينهن نه رتيون

(١٢)

سهٽيءَ کي سوز هيو تان لنگهي ٽي
لحظي لهرين سڌو سير
ساهڙ هڙ ۾ ڪنهن هتڪي، امر الله جي اڙ نه اٽڪي
زال جهلي نه زنجير
دڙ ٻڙ درياهه ڪڙ ڪنن ۾، ور ونگڙي وير ونن ۾
ساهه نه آٽي سرير
گهورون گهرندي گهير نه گهاڙي، نار نڪرندي تڙ نه تاڙي
تاب لڳي ڇا تدبير؟
عبرت ۾ آٽي امر اڙائي، سخت سيرن تي صاب لنگهائي
قادر بخش قدير

(۱۳)

سهڻي نہ سير سنگي تي لنگهيندي
منڊ محبت هئي ميهار

منڊ مٿانهون هئي مهر ميهر جي، پرتئون وتائين پناهہ پيهر جي
ماڙون مني هس مدار

ميهر ملڻ لئي ڪري تياري تڪڙي، ڦڪت نہ ليکي لوڪ جي ڦڪڙي
لاتڪ رهي لاچار

ساهڙ هٿون جڏي سرڪيائين سرڪي، سوز سيني پيس تيلاهون سرڪي
ساڳي سجڻ ساڳي سار

ميهر منهن ڪوهہ طور ڏنائين، قادر بخش نئون نور ڏنائين
جوءِ ساري جهلڪار

(۱۴)

سانگي ساريون سُومرا! نيڻين وهايان نار

- اُنڙا مينهن ملهير تي، ڏنورن ڦنڙا ڏار
- ساعت پايان سڪرات آ ڏنارن ڪئون ڏار
- ماڪيءَ ڪئون مٽي پايان، لسيءَ جي مون لِغار
- قادر بخش چئي مان مون! سانگي لهندا سار

(۱۵)

سائين سجاڻ تون سومرا!
ڦٽي ڪر خام خيال

- ڪنهن نہ ڀڏي آ ڪاٽئين زور زنجيرين زال
- قادر ڏينهن قيام ۾ بچڙا ڪندءِ بد حال
- مري چڏيندين مير تون! ملڪ، ماڙيون، سيئي مال
- قادر بخش فقير جي سانگي لهندا سنڀال

(۱٦)

ساڙي وجهان تنهنجا سومرا!
تخت، وِهاڻا، تاج

پيڪا سڀ پنهوار جا، توڙي ڪرين تاراج
عمر نہ آڃ انعام تون، خان وٺين خراج
گهوريان ماروں گهوٽ تون، ٻيڙا ٻانهيون آج
قادر بخش ٽرن تي ڪيا گاهہ گروڙن گاج

(١٧)

سک گهٽيري ساھہ
سدا سانگي ساريان

آتڻ اور اباٽي اوريان، ڳجھہ ڳجهيءَ دل چرخو چوريان
ڏور ڏکن پيو پساھہ، مروڙيون من ماريان
ڳوڙها ڳاڙيان ويٺي وسايان، پانڌي نهاريان پاند پسايان
تاڙيون تاڙيان راھہ، نايون سر نهاريان
پها پيڪن ڪاڻ تن تند لڪڙي، منان مارن ڪاڻ تڪون پيم تڪڙي
جوڙي سبب الله، وڃي گهر گذاريان
قادر بخش ڪندم ستو سانگي، ننگ پنهنجي کي ڪيئن ڪندا نانگي؟
عمر پوي آڙاھہ، گهڙي نہ هٿ گهاريان

(١٨)

سالڪ سدا سچار هن پڪا پرت جي پيمان ۾
ڪوڙا ٿيندا ڪڏهن ڪينڪي فائق سندي فرمان ۾
الست جي آواز ۾، فڪر تن فراموش نہ
واعدي وارن کي ويھڻ ڏکيو، قالو بليٰ قرآن ۾

محبت جي ميخانَ ۾، مئي پين سي محو ٿي
بيخوديءَ ۾ بيدار ٿي، سالڪ سدا سڪران ۾

فَاذڪرونيءَ جي فال سان فڪرات ۾ فاني ٿين
موتو ٻڌي دم دم مرن، جيرا ٿيا هر دو جهان ۾

ملڪوت جي ملڪون لنگهي جبروت ۾ جيران ٿيا
قادر بخش تن تن هتي ناسوت جي نيشان ۾

(١٩)

ساجن! ڪري سينگار چو مسڪين مارين ٿو؟
پائي ڳل گُلابي هار، چو مسڪين مارين ٿو؟

زوريءَ وڌئي زنجير دل کي دام دواليون
ونگڙا ڪلهن تي وار، چو مسڪين مارين ٿو؟

ابرو سياهه سيف ستن سانگ سيني ۾
ديدان دوناليون ڏار چو مسڪين مارين ٿو؟

لالي لائي لبن کي ڪيئي هٿن کي حنائي
گل فام گل انار چو مسڪين مارين ٿو؟

قادر بخش جي اڳڻ ايندو محب مهر سان
ڏسي دل تي خوش بهار چو مسڪين مارين ٿو؟

(٢٠)

سسئيءَ کي ماءُ مڱايو
ڏيئي ڏکن جو ڏاج
مرڻ ويلهه مُقام ۾ ڪيچي ڪيڙس ڪاج
سونهن ويس سورن ۾ عاجز جو ويو عاج
جوءِ ڦٽي ڪيو جنهن کي هوت هيس منجهه هاج
قادر بخش جو منجهه ڪيچ جي اچي ته ڪجو علاج

(٢١)

سجڻ اچ آيو اچ آيو
نيٽين سرمون ناز
مشڪ موهيا پيچي پيچ وِجهڻ ڪاڻ
سيني تي زلف دراز
سرخ چهرو لب لال هيڪاري
سرخي عطر سپ ساز
مرڪي مرڪي موهي دلڙي وتائين
ميچان ڏيئي ڏسي ناز
قادر بخش من محب نوازي
ناز ڏسي ڪر نياز

(٢٢)

سر ڏيئي سالڪ سير صحيح ڪن
ڪنڌ تي وهائي ڪات
گام ڪٽي گمراهه ٿيا
وائي ورڻ جي نه وات
وصف وڃائي حاصل ڪيائون

ذات منجهارون صفات

مان ناهيان ٻولن ماهي ٻولي
ٻي نہ ٻولن ڪا بات

قادر بخش ناهي قسم قادر جو
پاڻ ٻولي تو لکي لات

(٢٣)

ساري ڏسڻ آيو پنهنجي صورت
شيشي مئون شان صفات

سج، چنڊ صورت تاب تارن ۾
ڏيل ڏينهان رخ رات

ڪثرت ۾ اچي وحدت واٽي
صفتين سمائي ڪيائين ذات

سير سڪندر خضر خزانا
اوندھ ۾ آب حيات

قادر بخش ڏنو قادر هر جا
ماھ منجهون ظلمات

(٢٤)

سيج ۾ سسئي ڪر سارا
ڪوهيارا ڪوڪارا

جيئڙو جهري پيو الا! ڏکندي ڏونگر ۾
ڏورئون ڏسي چرڪارا مم مارا

ڪيھر ڪاريھر جا ٻڌي تيس ٻوڙي
دهشت سان دڌڪارا شوڪارا

آکين اندر ڪي الا ننڊ نہ آرام اچي
اُٺاري وجهن اجهڪارا اوٺارا

قادر بخش چوي قبر ۾ ڪيچ ڏٺي
ور وري ڪر وارا ڪڻ بارا

(٢٥)

سنجهي سار تنهنجي اسر جو اُٿاري
بنان تو نہ تڪيو، ويهان ڪيئن وساري؟
ذڪر ذات تنهنجو ڪيم قوت دل جو، ڏسي ڏک ڏکيءَ جا اچي محب ملجو
سگهئون ساهہ تو ڪي سڄڻ تو سنڀاري
اول وير وعدو ڪري وئين ورڻ جو، تنهنجي دير دلبر سبب ٿي مرڻ جو
اچي محب مٺيءَ جو وڃو جيءَ جياري
آهيان گهٽ گهٽيري ڪسي يار ڪوجهي، اصل ڪئون اوهان جي اياڻي اٻوجهي
ڪيو ڪرم ڪامل وڃو اڄ اُجاري
قادر بخش قابو ڪيو قرب تنهنجي، عاجز عشق وارو ڪاوڙ سان نہ ڪهجي
ڪيو ترس تنهن تي نيڻن سان نهاري

(٢٦)

سامي سورن ۾ ساري عمر
آڏوتن ٻڌو اِحرام آ
ڪثرت وڃي وحدت پئي، ورڻ جي وائي تن مئون وئي
لاهوت مان لبيڪ چئي، گر ڪي گڏيا گم گام آ
ناسوت مئون نانگا لڏي ملڪوت ويا لائق لڏي
تن خاڪ آتش ۾ گڏي، افلاڪ تن آرام آ
نوري نسنگ نيرانِ ٿيا، جبروت ۾ جيران ٿيا
مامور ۾ ويران ٿيا، آديسن اهو آجام آ
قادر بخش ڏي سر مرد ٿي، دُنيا دورنگي درد ٿي
فاني فنا ۾ فرد ٿي، سالڪ ٿيڻ پو تام آ

(ص)

صورت سپ ڪنهن آيو
ماهي منهنڙو لڪائي
گنگا، جمنا، مڪي ۽ منا ۾، ساري پاڻ سمايو
پيو ڪنهن ڪير نوائي

حسن قبح ۾ شام صبح ۾، نور مڙئي هڪ نايو
پيا مظهر رنگ رلائي
سير انهيءَ ڪي سالڪ سمجهن، عام جو خيال اجايو
وهم وڏا سي وڃائي
قادر بخش ڪي شاهه مرونديءَ سير اهو سمجهايو
ڳڻ تنهن جا سو تو ڳائي

(ع)

عمر! اباڻي وئي آهيان
رات لڏو ٿر خواب
واريل آهيان ور جي، ڪر نہ تڪايون تاب
مارون ميرو نہ آڇ تون، الله ڏنو ٿر آب
ساڙي وجهان تنهنجا سُومرا! ڪيما، ڪچوڙيون، ڪباب
قادر بخش ملهير ڪي سانوڻ ڪيو سيراب

(٠٢)

عشق شهنشاهه ميدان ۾ آيو
علم عقل سامان ڪنيو
عشق عقل جي لڳي لڙائي، نينهن اچي نشان ڪنيو
سر ڏيئي سورهه سوريءَ چڙهيا، ملن موڙي منهن مان ڪنيو
برهہ جي باهہ ۾ بازي ڪن بانڪا، عامن امن ايمان ڪنيو
ماهي محبت ۾ منهن موڙڻ ڪئون، قادر بخش قرآن ڪنيو

(٠٣)

عشق اڙانگي گهمايون
سير سيئي گهر گهٽيون گهٽيون
زور زنجير زلفن وارا، دوست وڏا ڳل ڳٽيون ڳٽيون
يار پياريم مئي منهن تائين، وارا ڪري وري وٽيون وٽيون
آڪڙين زوريءَ ڪا رمز رَلائي، هٽڪن سان ڪين هٽيون هٽيون
قادر بخش ڏي ڪرم ڪري آءُ، محب وڃو نہ منهن مٽيون مٽيون

(٠۴)

عشق سندي ميدان
ڪوپا اچن ڪڏي ڪاهيون
برهن جون فوجان موجان باري، ناميان ڪنيون نشان
سورهه ڏين سر ساهيون
ٻڙچون، ٻالا نينهن نوائي، گهائي گدا، سلطان
سانگا ستي سر واهيون
تاج فرنگي، تخت ايراني، پهلي ڦير ويران
شوق ڪري گم شاهيون
هيءُ سر صدقي يار سڄڻ تئون، قادر بخش قربان
آهي قسم نابر ناهيون

(٠۵)

عُمر! سانگيڙن ساريو
مون ڪي پل پل پوَن تا پُور
پڪا پيرون ري پڪا ريٽا، پٽ تي پٽري چنا گل گهيٽا
ٻاڪر ٻاٻاٽن جا ٻور
مون جيڏيون چوڙي چيلا چارن، پوپون پسي جا هار سينگارن
چيري چاڪن ڪئي دل چُور
مير معذور موٽائي منج ماندي، زال زنجيرن ۾ ڪنهن نہ آندي
اهڙو ڪو نہ ڪندو آ ڪلور
قادر بخش سدا منجهه سانگن، گڏ گذاريان جيري جهانگن
سائين سوال ڪندو منظور

(٠٦)

عين عبد ۾ الله
عالم ۾ اظهار ڏٺو مان
حسن هزارين ماهي، هر هڪ ۾ ٿيس نيٽي نگاهي
محب انهيءَ منجهه ماهہ، نور الاهي نروار ڏٺو مان

منهن ماهيءَ جو سارو سج آ، نور نسورو هر جا نج آ
سهٽا سيئي سپاهہ، يار پنهنجو سردار ڏٺو مان

عين عجيب جي ناز نوايو، رمزان رمزن سان راز جو رايو
سيني ساجن سارو ساهہ، واندو نہ تنهن ڪئون وار ڏنو مان

پر جي ڏسان ڪٽي مان هان سو ئي، هٽ دوئي ڪئون ويٺس ڌوئي
پردي پرين جي پناهہ، قادر بخش قرار ڏنو مان

(۰۷)

عالم ۾ اظهار ٿيو
حُسن منجهون حق پاڪ ڙي

نانءُ نبي جو نور نئون ٿيو، طرح انهيءَ سان طور نئون ٿيو
لائق ٿيو لولاڪ ڙي

غيبي غرضون غير ۾ آيو، ساري صورت سير ۾ آيو
اَنس زمين افلاڪ ڙي

طرح عجائب طرز تباري، هر جا هڪ هنڌ نور انڌاري
خالق خلقون خاڪ ڙي

قادر بخش سجاتو سوَلو، عام جنهن کي چوَن ٿا آوَلو
چشم جو ڏيئي دل چاڪ ڙي

(۰۸)

عجب ديد دل ۾ دونالي لڳي
ڪشي ڪان ڪستون ڪمالي لڳي

چنيڻ سان چٽيون پنبليون پيالي لڳي
پريل هيءَ بندوق نہ خالي لڳي

هيءَ عبرت عجب چشم چالي لڳي
سڪي سيف سيني ۾ آلي لڳي

گجهي رمز خنجر خيالي لڳي
پري جان پري ڪئون پيمالي لڳي

قادر بخش! ڪيئن بيمثالي لڳي؟
نظر ناز ڪوٺون ڪلالي لڳي

(ف)

فوجان حسن جون صلح پوش ساريون
هجي ڪير اڳيون شير وري هام واريون

ديدان ڪنيون وتن گهير گهتيون
نظر ناز مهري جهلي مهر متيون
لحظي هڪڙي چنيڻ سان، جهتن لک لک لاريون

ابرو قوس ڪشي ڪان ظالم ظلم سان زوري
هڻن هيانو ۾ ڏوپار ڏسي چشم نہ چوري
پيڙ برهہ جون باهيون، اندر عام اُتاريون

زُلفان زوريءَ وِجهن دام ڳچيءَ ڳاٽ نوايون
وٺن وير وريامن پيچي پيچ واريون
بڌن ڪين بيهر ڪنهن جون ڏرو مور زاريون
قادر بخش ڪنهن جي هلي هام تي
بڌي ٻانهان ڪجن دانهان، پوءِ ترس ڪو تان ٿئي
بيهي محب مٿون، مان وڃي جلد جياريون

(ق)

قاصد منهنجي يار کي ڏي سلام
اڳڻ آيو ڪر ويڙهو وَسايو، سجڻ صبح هر شام
نانءِ الله جي نينهن وارن سان، ڪر ڪي اچڻ جا آجام
سجڻ! ڪندس تو تئون سر قُرباني، جان جسم زر عام
پرين تون پياري وچ مٺيءَ ڪي جياري وڃ، دم دم دوستيءَ جا جام
قادر بخش تي ٻلي تي، گولو اوهان جو غلام

(ڪ)

ڪيون متيون مونجهائي مستان
محبُوب جي ماٽي
وئي وَسئون منهنجي دلڙي نڪري، وري ڪين ايندي هٿ هاٿي
ڪيا سوراخ سوين جگر ۾ دو دو ديدن جي داٽي
سڌ سورن جي سوز وارن کي، ٻيو ڪير ڪنهين جو ڄاڻي؟
قادر بخش غلام اوهان جو، ناز پريا ريءَ ناٽي

(٠٢)

ڪاپڙيا هن ڪي ڪي
وحدت جا وڻجار

خاڪي ڪاڪل اَلفيون انگ تي؛ سامي سچاپن گيڙو رنگ تي
نم نم نيڻين نار

پوتيون پٽي پهه پڌرا آٽن؛ سيني اندر سر مستور سچاٽن
هر دم تي هشيار

رمزان رُلڻ جون نفس نمائي؛ سالڪ تارڪ تاب توائي
سمجهن سي سنسار

قادر بخش قضا ۾ قاضي؛ رهن هميشه روح ۾ راضي
اهڙا اٿن اطوار

(٠٣)

ڪوهه پڇهي تو ڪيچ
هڪ نه گهڙي هت گهاريان

ناڻ جن جي ننگ تي سڏجان، دُعا گهرو جيڏيون! تن سان گڏجان
پنهل سان منهنجو آ پيچ، وَسئون نه ور کي وساريان

هتڙي هوت بنان ڪيئن رهندس؟ لال لکن ۾ ووڙي. لهندس
محبت جو من آ ميچ، ويهڻ هت ڪيئن واريان؟

پيرين پوندس پنهل من پرچي، جنهن ڪئون بنان گهڙي ساهه نه سرچي
نينهن ڪيو تم نيچ، گولي گڏ تي گذاريان

قادر بخش وچ ڪيچ تي ڪاهي، پرت اڳياهون پڙ پو چاهي؟
هاڙهي پنڌ نه هيچ، هو تا وچن جي نماريان

(٠٤)

ڪيچ ويا اڄ ڪيچيڙا
ڇا ڪئون چوري ڇڏي ڙي اديون ڙي اديون؟

- جانچ بنان چوري چڙهي، لعل لکين ويا لڏي ڙي اديون ڙي اديون
- حب ۾ هاٿي هوت ڪي، ساٿ پچان شل سڏي ڙي اديون ڙي اديون
- پوندس پيش پُنهل جي، من ترس پوبس تڏي ڙي اديون ڙي اديون
- ڪيچي قادر بخش چئي، گولي مان گڏي ڙي اديون ڙي اديون

(٠٥)

ڪا جا ڪميني هئي ڪسي
تڏي ويم وساري ور اديون
ڪيئن ويهان هت هيڪل؟ بنان هوت هنج حيران تي
ويڙهو ڪري ويران ويو، پنهور سارو بر اديون

ڪنوار ڪوجهي ڪانڌ جي توڙي سَوَ ڪري سينگار
لڄ وارن ڪي لوڪ ۾، ريءَ گهوٽ نہ گهرجي گهر اديون

اوهين سيئي ور واريون، آئون ور ورائي ڪيئين سنهان؟
مرڪي منهن ڪٽندس ڪين مٿي، اڳيون ڪانڌ وارن جي ڪر اديون

قادر بخش چئي ڪين چئو، هيڪر ويندس پنهنجي هوت ڏي
مان منهن ڏيئي ملي مون وري، ڏاريل ڏوهڻ دلبر اديون

(٠٦)

ڪاهي ويندس ڪيچ تي
مان تہ پينر جهاڳي بر
• ڪارا ڪيهر ڪيچ جا، مون کي ماري وجهن مر
• هيڪل ويندس هوت ڏي ڪٽي سڪ جو ساڻ ثمر
• دُعا اوهين ڪريو جيڏيون! پنهنجو ووڙي لهندس ور
• قادر بخش! قيام ۾ اچي چام وِسائيندو ڄر

(٠٧)

ڪري ڏوهڻ سان ڏاڙ ويا
اچي والي ڪندم ور
• ننڊ ۾ ننگ ڇڏي ڪري، ڇڙو گهوٽ وٺي ويا گهر
• رهندس ڪين پنهور ۾ بنان پُنهل آئون هي پر
• قادر قوت جو ڏٺي، اچي ٽورو ڪندم ٽر
• سيد سونهون ساٿ جو ٿيندو پوريءَ ڪي منجهہ بر
• قادر بخش قربان ٿي، من دوست اچئي لنگهي در

(۰۸)

ڪانگا! منھنجي يار کي چئجانءِ
ڪڏھن ايندين اسان وٽ تون

تنھنجي آھيان توٽي ڪوٽي؛ محب ملجو ھيڪر موٽي
ڪندس قربان سر چوٽي؛ گولي ڪئون گام نہ گھٽ تون

جادو ھٽي جان تائين وٺين؛ نازن سان دل نوائي وٺين
گھورن سان نيڻ گھائي وٺين؛ محبت ڪئون نہ منھن مٽ تون

مونجھي مشتاق مرڻ ۾ ھان؛ ڳڻتن ڳاريس گرڻ ۾ ھان
ڏڙون سر ڏرڻ ۾ ھان؛ جدا جاني نہ ٿي جھٽ تون

قادر بخش جي اگڻ ايندين؛ گولي گل جام پري ڏيندين
ھيٺي ھمراز شل ٿيندين؛ اکين رک پير نہ پٽ تون

(۰۹)

ڪيئن ناز سڄڻ پنھنجو نايو
نئون نئون نبيءَ صہ جي نُور ۾

ھڪڙيءَ تجليءَ مست ڪيو موسيٰ عہ؛ جوش ۾ جڳ سارو آيو
اچي تاب پيو جڏھن طور ۾
لاحد ذاتي ذات ڏيکارڻ؛ رمز رکي ڏنائين رايو
ڳجھي مام لڪائي منصور ۾
حُسن بيمثلي پويون پردي؛ مظهر منجھ نہ مايو
جڏھن قلزم پرٿيو ڪور ۾
قادر بخش نہ قادر بخش آ؛ ساري پاڻ سمايو
ھر جائين ھر منظور ۾

(١٠)

ڪوٽ حُسن چوٽ سارو عشق جو آڙاهہ آ
عشق جو آڙاهہ آ برهہ سندي باهہ آ

رمز چشمي چمڪ چهري ناز نياز نگاهہ آ
عشاقن ڪاڻ جيڪو اچي قيد ڪنعاني چاهہ آ
عاشق معشوق جلوي جوش ۾ والي مُلڪ وهہ واهہ آ
سج تي سيٽيو هر ڪو وتي بڪيو بيپرواهہ آ
حُسن قبح ڪل مظهر ماهي ڪاري ڪڪر منهن ماهہ آ
ڪاٽي ڪراڙي ڪوجهي سهٽي سر سڀ ڪنهن ساهہ آ
مهتابي نقاب هر هڪ سر سروپاهہ آ
قادر بخش جو ڪل تي گلنگي شان وڏي سان شاهہ آ

(١١)

ڪاٽي آدم ڪاٽي اهو دم
عالم سڀ الله

- ڪاري ڪڪر اُڀ اولي هوائي؛ چمڪي جيئن منهن ماهہ
- موت پُڇاڻئون ڇا ملهہ آ مٽيءَ جو؟ سمجهہ تہ ڇاهي ساهہ
- پاڻ تي پاڻ پيو حڪم هلائي؛ دارا بنائي درگاهہ
- قادر بخش ڪي ڪجهہ سوا قدرت آيو ڪين نگاهہ

(ڪ)

ڪنيون نيڻ نيزا ڪرين ٿو غمازي
لڪين سيف ابرو گهايا گهوٽ غازي
خوني چشم خنجر ڪجل ڏار ڪاري
ڏسڻ سان پري ڪئون بڇن برهہ باري
ڪلي دل ڪٽي وٺين وجهي برهہ بازي

موهن ڏند موتي پيو لالي لبن تي
جيئن پيچي پرٽيو عجائب انبن تي
مرڪڻ سان مُسايو ڪري سرخ سازي

- بدن گُل بدن ۾ بدر جان بڪي ٿو
جگر خون خاصن جي منهن ڪي مڪي ٿو
سٽي سيف سيني ڪڍي ترت تازي

عجب ڪار ڪاڪل جي ڏورئون ڏنگي تي
وجهي دام دواليون دِلن کي ونگي تي
قادر بخش تن سان تي گهرجي نيازي

(۰۲)

ڪُليون دل ۾ دريون دل جون
ڏسي محبوب جون جايون

چڪيو ڇاتي پاتم جهاتي؛ نظر هر ليئي لڪين لاتي
سڄڻ هر هر ڏنم سر سر؛ جهنگل ۾ جهوڪ سر نائيون

سوين ٽيا سال سڪ سيني ۾، ساعت سورن جدائيءَ جا نشاني شوق آهي
شاهني اڳيون پويون رکي آهيون
هيٺيون سبزي مٿيون گلشن؛ اڳيون نرگس پويون سوسن
ڏسي گل گل ٽيس بُلبُل؛ سينو هر خار ويو گهايون

کهي جا بات قادر بخش، سڄڻ سمجهي نہ سڏ ٿئي ڪي
خلق اولي پئي پولي؛ ڇپر ڪو هن ڇائي پايون

(گ)

گر کي لڏو گرنار ۾
جڳ ۾ جوڳي جيءُ جار سان

محبت مرليون ورهہ وڄائي؛ دم کي عدم تي پرتئون پڇائي
الڪ آندائون اظهار ۾؛ ساهہ جهلي سيني سار سان

ڇيلهہ تي ڇستون ڇاڙهي ڇوتا؛ سُمريون سوري پِرَ سان پوتا
ديدان ٻڏي ديدار ۾؛ زهد لِڪائي زنار سان

حال مقال گداگر گهورا؛ سوز اندر ۾ سُرت سدورا
تال تنبا تن تار ۾؛ ڇيرن جي ڇمڪار سان

قادر بخش قدم کڻ تن سان راتيان ڏينهان گڏ گر جَن سان
عالم سمجهہ تون عار ۾؛ گڏبين يقينئون يار سان

(٠٢)

گُر تو گڏائي اڳتون

ڪاپڙيا ڪوتائي

ثمر سورن جو ڪٿي سفر سڏاٽا سامي؛ پورب پنڌڙو پُڄائي

گهرج ۾ گردن گر کي گام ڪٿي گودڙين نانگن ڏني آ نوائي

ترڪ طمع کي ڏيئي هيڪل هلي آ هتڙيءَ راز ۾ روحڙو ريجهائي

قادر بخش چوي مرد مرادان ماڻن؛ ڪنڌڙو ڪلهن ڪئون ڪپائي

(٠٣)

گِل گِل بنائي آتش گل گل گلال واري

سوين صنعان سيف گهايا ابرو هِلال واري

ڏسي رمز راز رايو؛ سر صوفي نينهن نايو

تن تار تان تايو؛ دم دم وصال واري

کي طور موسيٰؑ ڪيئي؛ ادريسؑ، عيسيٰؑ هئي

هي ساڙيا مٿي هئي؛ جل جا جلال واري

هڪ يوسفي سفاسين؛ احمدؐ، احدجه وفا سين

مجنون جنون جفا سين؛ تجلي جمال واري

منصور سانگ سٽيو؛ قادر بخش منهن نہ مٽيو

پسي جام گهٽ نہ گهٽيو؛ قُل قُل ڪمال واري

(ڳ)

ڳل جٽيا سر تِلڪ سجدو بت پرستيءَ ۾ ڏٺم

جڏهن حال حيرت ۾ پيو محبوب مستيءَ ۾ ڏٺم

توبهن ڪيم تسبيح ڪٿي ذاتي ذڪر دل ۾ ڏٽي

طالب چيائين ترڪ ڪر سامان سستيءَ ۾ ڏٺم

مئي پيڻ جڳ جڳ جيئڻ اهو عاشقن اِسلام آ

شرڪ شڪ شبها ويا دلبر دستيءَ ۾ ڏٺم

بيخوديءَ جي بحر ۾ ٻيڙي ٻيائيءَ جي ڪا نہ ڪا

ڪنو ڪناري تي چڙي شيشو شڪستيءَ ۾ ڏٺم

قادر بخش قدم ڪٿي قلزم پيو منجهہ بي قياس

ڪن ڪلابازي قعر ۾ پاتال پستيءَ ۾ ڏٺم

(٥٢)

ڏِسڻ جي يار ڳل ڳاري
وجهي وئين واري هڪ واري مان ويچاري آزاري
اچي ڪر جاني مهرباني؛ تنهنجي درس جي ديواني
قسم رباني آهي حيراني؛ ناهي گهاري بيقراري

پرت پُڄاڻا ڪر نہ ماڻا، ساجن سهڻا ساهہ سيباڻا
ڪر ڪي وراڻا دوستيءَ هاڻا، جلد آ پياري ڪر هسواري

هڪڙي ڦاهي ٻي سر واهي؛ سهڻي سيند چيتا سِر ماهي
حملا شاهي تيز نگاهي؛ چهري نال ماري دل هوشياري

پرين پيارا ڪيم ڪوڪارا، قادر بخش جا سڻ هي سارا
برهن جا بار اسرار دوبارا، تنهنجي ياريءَ جي درڪاري

(گهہ)

گهوٽ گهايون تو وجهين؛ تکي تيغ ابرو ڪمان تو
زلف جي زنجير ۾ ڪيا دانشمند ديوان تو
منصور جهڙي مرد کي ڪيو سر سوريءَ نشان تو
منجهہ ڪفر جي آندو ڪيڏي اسلام مون صنعان تو

تصوير آدم جي منجهون تجلي حسن اسيران تو
خاص خون ريزي مصر پيدا پر تو ڪنعان تو

ارني کهي موسيٰ پيو ڪنين لن تراني فرمان تو
خصم ڪئون سر خليل آتش بنائي بوستان تو

گولو گدا سائل سدا درگاهہ عالي سلطان تو
ڪر سينگار مِل ساجن قادر بخش قربان تو

